# شهيدِ عوام

# محمّد فاضل راهو

## ۽

# سنڌس پارٽي



ليکڪ : لطيف

ڇپائيندڙ : ڏاهپ ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻو سنڌ

الف

# شهيد عوام

# محمد فاضل راهو

۽

# سنڌس پارٽي

ليکڪ :- لطيف

پاران :-
ڏاهپ ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻو

كاهوڙي كجـن ، پسيو پورهيت ويسرا،
ڏوتيمڙا ڏور ويـا، رڃـن منجهه رهـــن:
كامل آهي تن، مون پريان جي ڳالهڙي.

ارپـنا :-

# شهيد عوام محمد فاضل جي

# وڏور پٽ

# شهيد محمد صديق راهو

# جي نالي

هلو تـه هلون كورڙين، نازك جنين نيهه،
ڳـنڀين سارو ڏيـــهه، چنڻ منور نــه سكيا.

# ٻه اکر

اڄ ڪلهه سنڌ ۽ سنڌي عوام خلاف، سياسي مخالفتن سان گڏ علمي، ادبي محاذن تان هر قسم جي مخالفت زور شور سان جاري آهي. سنڌ دشمن گروهن ۽ پرمارن طرفان نه رڳو سنڌ ۾ ئي مخالفت جو طوفان آهي پر هنن پنهنجا ايجنٽ به تيار ڪري ورتا آهن جيڪي سنڌين طرفان سنڌ دشمن نظرياتي ۽ علمي پرچار ڪندا رهن ٿا. هن وقت صورتحال اها آهي جو ڪوڙ، منافقتي ۽ سازش تي ٻڌل نقطي نظر جا اڻ ڳڻيا ڪتاب ۽ مواد ڇپجي ويو آهي ۽ سنڌي عوام کي اصلي حقيقتن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ٿي. انهن ڳالهين ۽ سنڌي عوام جي مفادن کي رکندي اسان ڏاهپ ادبي اڪيڊمي جو قيام عمل ۾ آندو آهي. جنهن وسيلي علمي، سائنسي، نظرياتي ۽ ادبي مواد ڇاپڻ جو بندوبست ڪيو ويندو ته جيئن اسان جي عوام اصلي حقيقتن کان واقف ٿئي ۽ کين دشمن ۽ دوست جي پرک ڪرڻ ۾ سهوليت ٿئي.

پڙهندڙ دوستن جي انهن سمورن تنقيدن جي آجيان ڪئي ويندي. جنهن سان اسان جي رهنمائي ٿيندي.

اوهان جو:

عبدالغني

# مهاڳ

سنڌ ۽ سنڌي قوم کي ڀرڏيهي ٽوڙي ڏيهي سنڌ دشمن، عوام دشمن ۽ قوم دشمن قوتن ڪان حقيقي ۽ دائمي طرح قومي ۽ طبقاتي ظلم ٽوڙي ڀڪٽيتري ۽ سامراجي چنبي مان مڪمل ڇوٽڪارو ڏيارڻ واري جدوجهد جي هڪ عظيم مجاهد، بي ڊپ، بهادر، اٽل، اڏول، اورچ، سچار، سرويچ، سورهيه سنڌي سرواڻ ۽ عوامي اڳواڻ محمد فاضل راهو کي ١٧- جنوري ١٩٨٧ع تي عالمي سامراج، پنجابي- پناهگير ڦورو حڪمرانن ۽ غدار سنڌي وڏيراشاهي جي گڏيل سازش وسيلي گولاڙجي ۾ شهيد ڪيو ويو.

اسان جي هڪ سچائي سائي ۽ جو چوڻ آهي تو هين پنهنجن حقن لاءِ حق پرست نظرياتي ۽ عملي جدوجهد ڪندؤ تہ توهان جو دشمن پاڻ ٿي پنهنجو هر روپ بهروپ لاهي اگهاڙو ٿي اچي اوهان جي نظرين ۽ جدوجهد جي مخالفت ڪرڻ لڳندو، هو توهان خلاف سازشون ڪندو، ناٽڪ رچائيندو، ويڙهه وڙهندو ۽ اوهان کي هر سطح تي رنڊائڻ جي ڪوشش ڪندو. (جيڪا هاڻي اي اين اي ۾ ظاهر ٿيل آهي)

عوامي تحريڪ اها ٿي سنڌ ۾ سنڌي عوام جي
چونڪاري واري جدوجهد هلائي رهي آهي، ان جدوجهد
کي وسيع ۽ منظم ڪرڻ لاءِ سنڌ اندر ۽ سنڌ کان
ٻاهر قومي، طبقاتي، جمهوري ۽ سامراج دشمن قوتن کي
هڪ ٻئي جي ويجهو آڻي، انهن جي وچ ۾ ايڪو پيدا
ڪرڻ، گهڻ طرفين جدوجهدون ڪرڻ جهڙو مورچو
محاذ کولي رکيو آهي ۽ سنڌي عوام ۾ عوامي تحريڪ
جي انهن ٿي جدوجهدن ڪان سنڌ دشمن قوتون ڏڪڻ ٻه
ٿيون ته ان خلاف هر مورچي تي ڪاهون ٻه ڪن ٿيون.

عوامي تحريڪ قومي ۽ طبقاتي ظلم خلاف گڏيل
جدوجهد هلائڻ جو نظريو جديد سائنسي پورهيت نظريي
جي روشني ۾ پيش ڪيو ۽ سنڌي مزدور ۽ هاري کي
پنهنجي انقلاب جي بنيادي قوت سڏيو ته دشمن هڪدم
پورهيت نظريي ۽ سنڌي مزدور ۽ هاري جي بنيادي
قوت هجڻ واري ڳالهه تي حملا ڪرڻ شروع ڪري
ڏنا ۽ مختلف نمونن سان ان کي ڏک رسائڻ جا جتن
ڪرڻ لڳو. ڪنهن دشمن ٽولي اهو چيو ته قومي ۽
طبقاتي جدوجهد گڏ هلي نه سگهندي آهي، ڪنهن ٽولي
اهو چيو ته هاري انقلاب جي بنيادي قوت نه ٿيندا آهن،
ڪنهن ٽولي اهو چيو ته سنڌي مزدور آهن ئي ڪونه،

ڪن ٽولي اهو چيو ته عوامي تحريڪ جو اڳواڻ قومي مسئلي کي ڪٿي ڇڏي نه ٿو ۽ رڳو طبقاتي جدوجهد جي ڳالهه ڪري ٿو. ڪن ٽولي وري اهو چيو ته هو رڳو طبقاتي جدوجهد جي ڳالهه ئي ڪونه ٿو ڪري پر ڪٽر قوم پرست آهي. ۽ ڪن وري سياسي ۽ نظرياتي تنقيد ته ڪئي ئي ڪونه، اِتي ذاتي ڪارگذاري تي لهي آيا. بهرحال انهن مان هر هڪ بهتان غلط ثابت ٿي ويو.

عوامي تحريڪ پنهنجي اصولي راه تي وڌندي رهي. سياسي سجاڳي، تنظيمي واداري، نظرياتي تعليم ۽ وقت آهر جدوجهد جا ڪم ڪندي رهي.

جيئن سڄي دنيا هڪ ئي سان ڳنڍيل آهي، جيئن هر ماڻهو هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهي، جيئن دنيا ۽ ڪائنات جو هر لقاءُ هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهي تيئن دنيا جا سمورا ظالم، ڌاڙو بدمعاش، ڀرمار ۽ رهزن به پاڻ ۾ لاڳاپيل آهن ۽ هر سيٺ، وڏيرو ۽ سردار هڪ ٻئي سان لاڳاپو رکي ٿو، تيئن دنيا جا سمورا مظلوم، ڌريل، اشراف ۽ ايماندار ماڻهو به پاڻ ۾ لاڳاپيل آهن ۽ هر مزدور، هاري ۽ غلام هڪ ٻئي سان لاڳاپو رکي ٿو ته هر مظلوم ۽ محڪوم قوم به هڪ ٻئي سان ناتو رکي ٿي.

عوامي تحريڪ پنهنجي جنم جي پهرين ڏينهن کان وٺي سنڌ جي مختلف ماڻهن، سردورن، هارين، حق پرستن، بااصول ۽ روشن خيال انسانن جي وچ ۾ ايڪو پيدا ڪرڻ، مختلف تنظيمن جي وچ ۾ ايڪو پيدا ڪرڻ ۽ مختلف قومن جي پورهيت عوام جي وچ ۾ ايڪو پيدا ڪرڻ لاءِ به ڪالهيون، تعليم ۽ ڀوڙڀڪ ڪندي رهي آهي.

عوامي اتحاد جهڙن دشمن قوتون عوامي تحريڪ جي ان عمل کي به تشويش جي نگاه سان ڏسنديون ۽ انهيءَ سلسلي ۾ ڪارگند ڪنديون رهيون. ۽ مجموعي طرح اهي ساڳيائي عوامي تحريڪ ۽ پليجي صاحب تي بهتان بازي ڪندڙ ٽولا هئا جن قومي ۽ طبقاتي جدوجهد جي مخالفت ڪئي.

عوامي تحريڪ عوامي جدوجهد ڪئي، پاڪستان عوامي تحريڪ ۽ ايم. آر. ڊي جهڙا اتحاد ڪري قومي ۽ طبقاتي ظلمن کان ڇوٽڪاري لاءِ آواز وڌائيندي رهي ۽ ٻي پاسي هارين جي بيدخلي، مزدورن جي ڇانٽي، تعليمي ادارن ۾ سرڪاري مداخلت ۽ فوجي ڊڪٽيٽري، ظلم ۽ انڌڪار خلاف پنهنجي وت آهر ساري جدوجهد ڪئي آهي.

جيڪڏهن سنڌ جي ويهن سيني قومي جدوجهد جي

عام ھلندڙ ڏرين عوامي تحريڪ پاران ھلايل اتحاد جي
مهم جي سلسلي ۾ ڪو مثبت جواب ۽ رويو ظاهر
ڪيو ھجي ها ته اڄوڪو "سنڌي عوام جو قومي اتحاد"
اڄا به گھڻو اڳتي ۽ وڌيڪ سگھارو ھجي ها پر عوامي
تحريڪ سان انهن اتحاد ڪرڻ پسند نه ڪيو. اهي
پنهنجي فطري، عوام دشمن، قوم دشمن، وطن دشمن،
جمهوريت دشمن ۽ سامراج دوست قوتن ڏانهن وڌي
ويون. رجعت پرست سامراجي ڇاڙتي "پاڪستان قومي
اتحاد" جون غير مشروط حمايتون ڪيائون، فوج جي
ٻيڪار ڪيائون، ان کي ايماندار ۽ اشراف سڏي اقتدار
جو عرصو ڊگھو ڪرڻ جون صلاحون ڏنائون، فوجي
ٽيڪنيڪري ٽولي اندر ھر عوامي ھلچل جي مخالفت
ڪيائون ۽ ھاڻي ضياء، ملٽري، مسلم ليگ، پنجابي
شاھوڪارن ۽ ڪٽر گروه پرست سنڌ دشمن مافيا جي
ھر گرگي ۽ سامراجي چاھي الطاف سان به اتحاد ڪرڻ
لاءِ تيار آھن. ھر قسم جي ٽيڪو واٽ گھاڙوءَ
ٽرائيڪائيءَ ترميم پسند ۽ رجعت پرست به "سنڌي عوام
جي قومي اتحاد" خلاف ھندي پارٽي ويٺو آھي؛ سموريون
رويوتي سنڌ دشمن قوتون ظاهر تي ڪليل سنڌ دشمن قوتن
سان گڏجي ويون آھن.

فاضل صاحب ان ئي عوامي تحريڪ (جيڪا هاڻي
اي. اين. پي جي نالي هيٺ ضم ٿيل آهي) جو هڪ
اڳواڻ آهي. سندس سورهيه جدوجهد جي مکيه قوت به
سنڌي عوام آهي؛ سنڌي عوام ۽ انقلابي پورهيت نظريي
جي ٻل تي ئي فاضل صاحب هن گهڙيءَ سامراج، پنجابي
پناهگير ڦورو طبقن ۽ انهن جي ڇاڙتن ۽ غدار ۽ ظالم
سنڌي وڏيراشاهي جي ڦرلٽ ۽ ظلم خلاف ويڙهه ڪندو
رهيو. ظالم قوتن جي نظر ۾ اهوئي سندس وڏي ۾ وڏو
ڏوهه هو جنهن ڪري هن مرد مٿير کي مختلف نمونن
سان مارڻ جون ڪوششون ڪيون ويون. ڪيس ناجائز
۽ ڊگهن قيدن ۾ رکڻ؛ سخت بيماريءَ باوجود سندس
علاج نه ڪرائڻ؛ سندس پويان ڪي ستائي، مٿس ذهني
دٻاءُ وجهڻ؛ زهريلا ڪيپسول کارائڻ ۽ نيٺ پنهنجن
پاڙيتو قاتلن هٿان زهريلي کهاڙيءَ جو قهري وار ڪرائڻ.

ڦورو ۽ ظالم قوتن سمجهيو هو ته فاضل جي شهادت
سبب عوامي تحريڪ ۽ سنڌي عوام جي حق پرست
جدوجهد ماٺي ٿي ويندي ڇو ته انهن وٽ ڏاڍ ۽ تشدد
ڪان وڌيڪ ڪوبه وڏو هٿيار ڪونهي. پر کين اها خبر
شايد ڪونه هئي ته فاضل اڪيلو ناهي؛ فاضل پنهنجي
تعليم ۽ جدوجهد وسيلي سنڌ ڌرتيءَ تي هزارين فاضل

پيدا ڪري ورتا آهن ۽ سنڌ جو هر انقلابي پارٽي جوان
۽ ٻڍو فاضل جي جدوجهد جو علمبردار ٿي پوندو، فاضل،
فاضل جي جدوجهد، فاضل جي راه، فاضل جـو نظريو
ڪڏهن به مري نه ٿا سگهن، قاتل، پرمار ۽ ڦورو قوتن
جـو انت اوس ٿيڻو آهـي، سوڀ نيٺ پورهيت عوام
جي ٿيندي،

حاڪم ٽولن فاضل صاحب جي شهادت کي غير سياسي،
ذاتي دشمني جي رنگ ۾ پيش ڪيو، اهي ته آهن ئي
فاضل جي راه جا دشمن اهي ته بدمعاشي ڪندائي رهندا،
اسان کي انهن جي پرواه ڪونهي پر افسوس آهي سنڌ
جـي ان اڪيلي بزرگ سياستدان تي جنهن حڪومت
سان هم آواز ٿيڻ جو اهو ءِڪ موقعو نه زيان نه ڪيو ۽
حڪومت کان به اڳتي وڌي تعزيت به نه ڪيائين پر
فاضل صاحب جي چاليهي ۾ شريڪ ٿيڻ سبب پنهنجن
ٻن اهم ماڻهن کي چنڊ به ڪيائين جڏهن ته مهاجر
قومي موومينٽ (جيڪا پنهنجي هر مقصد جي لحاظ کان
سنڌ دشمن آهي) جي اڳواڻ جي ماءُ مري وئي ته ان
ڏانهن به تعزيتي نياپو موڪليائين،

حميده کهڙو ۽ عبدالواحد آريسر فاضل راهو جـي
چاليهي ۾ شريڪ ٿيا، انهن جي شرڪت ۽ فاضل صاحب

جي شهادت تي تنقيد ڪندي جي. ايم. سيد چيو ته

١. ”جڏهن اسان کي ذاتي طرح اها خبر هئي ته اهو سياسي قتل ناهي ته پوءِ اسين لاش جي سياست ۾ ڇو شريڪ ٿيون؟“

(هي. ايم. سيد جو انٽرويو، ”اخبار جهان“، ٩، ١٠ مئي ٨٥ع، ص. ٩٠، ڪالم ٥) مٿي ڏنل ٽڪري ۾ ٽي نڪتا آهن:

١- اسان ـــــ هن لفظ مان ڪهڙي مراد ورتي وڃي جيڪڏهن هن لفظ ۾ ڪي ٻيا به شامل آهن ته اهي ڪير آهن؟

حڪومت کي اڳواٽ خبر هئي، ان تياري ڪري رکي هئي، فاضل صاحب کي افغانستان وڃڻ نه ڏنو ويو هو!

٢- ذاتي طرح خبر ـــــ جي. ايم. سيد کي ذاتي طرح خبر ڪيئن پئي؟ ڪيس ڪنهن ٻڌايو؟ اهڙي ريت جي. ايم. سيد کي ڇو خبر پئي؟

٣- سياسي قتل ناهي ـــــ ڇو؟ ڪيئن؟ حڪومت ڪانسواءِ ٻيو ڪير آهي جيڪو فاضل صاحب جي شهادت بابت اهڙا خيال رکندو هجي؟

جي. ايم. سيد جو سياسي ”جانشين“ به فاضل صاحب

— جن (ڌارين) اچي سنڌ ڌرتيءَ ۽ ان جي وسيلن تي قبضو ڪيو آهي (ان قبضي ۾ امين پنجابين ۽ پناهگيرن کي پٺ ۽ سلهاڙيل ڌـا سمجهون) انهن فاضل صاحب کي شهيد ڇو ڪرايو؟

— بدين ضلعي جي پنجابي فوجي آبادگارن فاضل صاحب کي شهيد ڇو ڪرايو؟

— سنڌ ڌرتيءَ ۽ ان جي وسيلن تي قبضو ڪندڙن جو سنڌ ۾ ساٿي ڪير آهي — فاضل صاحب ۽ ان جي تنظيم يا غدار سنڌي وڏيرا؟

ارباب کهاوڙ وارن لکيو ته:

ع— ”فاضل لاءِ بغير ڪنهن شڪ جي چئي سگهجي ٿو ته ان جي قتل ۾ مکيه هٿ آمريڪي تيل ڪمپني ”يونين ٽيڪساس“ جو آهي“. (”واپ نڪتهءِ نظر“، ص-١٩ )

— آمريڪي سامراج فاضل کي ڇو قتل ڪرائڻ پئي گهريو؟

— ”يونين ٽيڪساس“ تيل ڪمپني فاضل صاحب کي ڇو قتل ڪرائڻ پئي گهريو؟

— جنهن تنظيم کي فاضل صاحب پنهنجي ڏينهن رات جي پورهيي سان ڏاهيو آهي ۽ جنهن جي پليٽ فارم تان فاضل صاحب جدوجهد ڪندو رهيو اها سامراج

ڏ،من چئي سگهجي ٿي يا نه؟

سنڌ دوست مزدور تنظيم (هاڻي سنڌ دوست انقلابي تنظيم) پنهنجي رسالي "انقلابي راهه"، مارچ- اپريل ١٩٨٧ع جي اداريي ۾ لکيو ته:

ڏ- "پاڪستان جي ظالم ۽ قاتل فوجي ٽولي ۽ سنڌس دلال نامنهاد شهري حڪومت ان بي رحمانا قتل کي بغير ڪنهن تحقيقات ڪرائڻ جي ذاتي دشمني جي بنياد تي ٿيل قتل جي ڪيس طور پيش ڪيو.... (جي- ايم- سيد به ائين چوي ٿو، ان بابت ڇا خيال آهي ــ ليکڪ).... حڪمران ٽولو ... (اهو) تاثر ڏيڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪري رهيو آهي ته ان قتل جي پٺيان ڪوبه سياسي ڪارڻ نه آهي (جي- ايم- سيد به اهو تاثر ڏي ٿو ــ ليکڪ) پر اصل حقيقت لڪي نه سگهي، جلد ئي اهو واضح ٿي ويو ته شهيد فاضل راهو جو قتل دراصل "ذاتي قتل" جي آڙ ۾ "سياسي قتل" آهي." (ص-١)

"شهيد فاضل راهو "سابق" عوامي تحريڪ جو صدر ۽ موجوده "عوامي نيشنل پارٽي" جو سينيئر نائب صدر هو، زميندار طبقي جو فرد هوندي به هن پاڻ کي مٿين طبقي جي مفادن کان ڪاٽي الڳ ڪيو ۽ هاري

طبقي جي مفادن سان هم آهنگ ڪيو. (رڳو هاري
طبقي سان يا سموري سنڌي عوام، سڀني مظلوم قومن
۽ مظلوم طبقن جي دائمي مفادن ۽ عوامي تحريڪ وغيره
سان؟ - ليکڪ) خصوصاً بدين ضلعي ۾ سخت جدوجهد
ڪري سنڌي هارين ۾ سياسي شعور بيدار ڪيو ۽ کين
منظم ڪيو. سنڌي هارين جي منظم بيداري ۽ سبب ٻن
قوتن جا مفاد سنوان سڌا سنڌي هارين جي ٽڪراءَ ۾
اچڻ لڳا. اهي ٻه قوتون هيون بدين ضلعي (ڇا رڳو
بدين ضلعي؟ - ليکڪ) ۾ رهائش پذير وڏي تعداد ۾
پنجابي آبادڪار ۽ سنڌي زميندار خاندان. ١٩٨١ع ۾
آمريڪي تيل جي ڪمپني (يونين ٽيڪساس) بدين ضلعي
مان وڏي مقدار ۾ تيل تلاش ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي
پنجابي چوڌرين هارين کان پوءِ هاڻي پنجابي سرمائيدارن،
ڪامورن ۽ مزدورن جي آمد به وڏي تعداد ۾ شروع
ٿي وئي پنجابي حڪمرانن سنڌي ماڻهن کي ان زمين
جو معاوضو يا ته بنهه نه ڏنو، جي ڏنو ته گهٽ ڏنا،
ڪمپني جي سامراجي دلال پنجابي انتظاميه زمين تيان
تي دخل ٿيل سنڌي هارين کي روزگار ڏيڻ کان به
انڪار ڪيو ۽ اڪثر مزدور پنجاب مان گهرائي ڀرتي
ڪيا. تڏهن سنڌي هارين شهيد فاضل راهو جي قيادت

هيث روزگار ۾ سنڌين کي اوليت ڏيڻ، سنڌي مزدورن کي پڪو ڪرڻ ۽ کين هڪ جيترو اجورو ڏيڻ جا مطالبا شروع ڪيا. پر جلد ئي فاضل راهو ٨٣ع جي (ايم. آر. ڊي) جي جدوجهد دوران گرفتار ٿي ويو..... (گرفتاري دوران) کيس غلط دوائون ڏئي مارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.. (آزاد ٿيندي ئي) فاضل راهو تيل جي کوهن تي سنڌي ماڻهن کي روزگار ڏيڻ جي مطالبي کي شدت سان کڻڻ لڳو. تڏهن پنجابي انتظاميه کي فاضل راهو جي قيادت ۾ منظم ٿيل سنڌي هارين جي قوت کان واضح خطرو محسوس ٿيڻ لڳو ۽ هن طوفان اٿڻ کان اڳ ئي ان جي محرڪ قوت کي ماٺ ڪرائڻ جو بندوبست ڪيو. ان سڄي معاملي ۾ هٿ بلڪل صاف رکڻ خاطر پنجابي انتظاميه هڪ سنڌي زميندار خاندان سان گٺ جوڙ ڪئي.... ان..... سنڌس دلالي ڪرڻ قبول ڪئي ۽ رٿيل سازش ۾ مهري جو ڪردار ادا ڪيو. اها سازش پنجاب جي مفادن جو تحفظ ڪندڙ رياستي مشينري جي مڪمل مدد ۽ سهڪار سان ئي ڪامياب ٿي سگهي آهي. تڏهن ئي حقيقي قاتل آزاديءَ سان خوشيون ملهائي رهيا آهن. بدين جي پنجابي آبادڪارن تہ فاضل راهو جي شهادت جي خبر ٻڌي

خوشيءَ مان هڪ ٻـي ڪـي مبارڪون پڻ ڏنيون ...
حڪومت فاضل راهو کي قابل جي دوري جي اجازت
نہ ڏني انهن ڏينهن ۾ فاضل راهو جي پنهنجي علائقي
۾ موجودگيءَ جـي راه هموار ڪري چڪي هئي "
(ص- ٣٩٢ ۽ ١)-

(فاضل صاحب جي شخصيت، تنظيم ۽ نظريي جـا
ڪجهہ پاسا بيان ڪرڻ لاءِ مهرباني)-

- فاضل صاحب جو نظريو ڪهڙو آهي؟
- .فاضل صاحب ڪهڙي تنظيم جـي اڳواڻ مـان
هِڪ آهي؟،
- فاضل صاحب جي جدوجهد ڪهڙين قوتن تـي
بنياد رکي ٿي؟
- فاضل صاحب جـي جدوجهد ۽ راه جـا دشمن
ڪير آهن؟

عبدالواحد آريسر، چيئرمن جيئي سنڌ محاذ، تقرير
ڪندي چيو:

٩- "اڄون اڄ شهيد فاضل راهو جي مزار سامهون
سنڌي ماڻهن جي هن تمام وڏي اجتماع جي موجودگي
۾ اهو ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان تہ شهيد فاضل راه و
سان جيئنوئيڪ آئون سياسي سفر ۾ شريڪ نـہ رهيو

آهيان پر جنهن ظلم ۽ بربريت خلاف هــن جنگ پڻي
ڪئي اسين به ان سفر جا پانڌيئڙا آهيون ــ (مــون)
فاضل ڪـي هڪ انسان، هڪ دوست جــي حيثيت ۾
پرکيو، پروڙيو. هـو هڪ سٺو انسان هو." (راهوڪي
۾ شهيد عوام فاضل راهو جو چاليهو: رپورٽ، گل محمد
خشڪ، "برسات" ٢٧- مارچ ـــ ٣- اپريل ٨٧ع ص ١٤)
ـ فاضل صاحب پنهنجي تنظيم وسيلي ڪنهن ڪنهن
جــي پاران ٿيندڙ ظلم ۽ بربريت جــي خلاف جدوجهد
پڻي ڪئي؟
ـ فاضل صاحب ڪنهن جي نجات لاءِ ويڙهه پڻي ڪئي؟
حميده کهڙو، جيئي سنڌ تحريڪ جي اڳواڻ، چيو:
٧ــ " فاضل راهو سڀ کان ڀهرين سنڌي انسان هو
جنهن اسان کي سبق سيکاريو ته سنڌ جو هاري ماڻهو
سجاڳ ٿي وڙهي رهيو آهي." (حوالو ساڳيو)
ـ فاضل صاحب ڪهڙن طبقن ۾ سجاڳي پڻي پيدا
ڪئي؟
ـ فاضل صاحب سجاڳي ڇو ۽ ڇا لاءِ پڻي پيدا ڪئي؟
اعزاز نذير (جام ساقي جي نظرياتي اڳواڻ) چيو:
٨ــ " فاضل راهو نالو آهي قومن جــي حق خــود
اراديت جو." (حوالو ساڳيو).

- فاضل صاحب ڪهڙي قوم يا ڪهڙين قومن جي خود ارادبت جي حق لاءِ جدوجهد ڪري رهيو هو؟
- قومن جي خود ارادبت جو حق ڪنهن قبولي رهيو آهي؟

چام ساقي انٽرويو ڏيندي (برسات) ٢٧- آڪٽوبر ١٠- نومبر ٨٧ع ڇپيو.

"جند چڏائڻ جا حڪومت وٽ ٻه طريقا هئا هڪ فاضل راهو وانگر ختم ڪرڻ ۽ ٻيو اسان ۾ ڦوٽ وجهڻ..."
- حڪومت فاضل راهوءَ کي قتل ڇو ڪرايو؟

اسين مٿي ڏنل سمورن حوالن مان کي نتيجا ڪڍي سگهون ٿا:

١- فاضل راهو شهيد آهي.
٢- فاضل راهو هڪ سٺو انسان آهي.
٣- فاضل راهو سبق سيکاريو آهي ته سنڌ جو هاري (۽ مزدور ۽ ٻيو انقلاب دوست عوام) سجاڳ ٿي وڙهي رهيو آهي.
٤- فاضل راهو قومن جي حق خود ارادبت لاءِ جدوجهد جو اهڃاڻ آهي.
٥- فاضل راهو ظلم ۽ بربريت خلاف جنگ جاري رکي آهي.

٦- فاضل راهو جي شهادت ۾ آمريڪي سامراج، پنجابي (۽ پناهگير) حڪومت، غدار سنڌي وڏيرا ۽ انهن جا چاڙتا بت آهن.

٧- فاضل راهو سنڌي مزدورن ۽ هارين جا مطالبا کڻندڙ ۽ انهن جي حقن لاءِ جدوجهد ڪندڙ عوامي اڳواڻ آهي.

٨- فاضل راهو سنڌي مزدورن ۽ هارين کي منظم ڪيو ۽ انهن جو سياسي شعور وڌايو آهي.

٩- فاضل راهو جي قيادت ۾ منظم ٿيل سنڌي عوام، کان پنجابي (۽ پناهگير) انتظاميه ۽ سامراج کي خطرو پيدا ٿي پيو.

١٠- فاضل راهو سنڌي عوام جي اٿندڙ طوفان جي محرڪ قوت آهي.

١١- فاضل راهو سنڌ اندر پنجابي سرمائيدار، چوڌري، ڪاموزي، ڪاتيدار، هاري ۽ مزدور (پنجابي قوم) (۽ پناهگير ٽولي) جي قبضي ۽ بالادستي خلاف جدوجهد ڪندڙ سنڌي عوامي سورهيه آهي.

١٢- فاضل راهو سنڌ اندر آمريڪي سامراج جي مداخلت اندازي ۽ مفادن خلاف جدوجهد ۾ سنڌ ۾ سنڌرو ٻڌي بيٺل سرويچ آهي.

١٣– فاضل راهو ”مٿين“ طبقي جو فرد هوندي به
پاڻ کي مٿين طبقي جي مفادن کان ڪاٽي
ڌار ڪري پاڻ کي هيٺين طبقن جي مفادن
سان همآهنگ ڪري جدوجهد ڪندو رهيو آهي.
١٤– فاضل راهو ”سابق“ عوامي تحريڪ جو صدر
۽ موجوده عوامي نيشنل پارٽي جو سينيئر
نائب صدر .

جهن تنظيم وٽ اهڙا سچاڻ ڪارڪن هجن ۽
جيڪا تنظيم اهڙن سچن سورهيه عوامي اڳواڻن جي
نگهباني هيٺ ڏهي ۽ وڏي هجي ان تي بهتان بازي،
الزام تراشي ۽ گارگند ڪندڙ ڪير ٿي سگهن ٿا؟
فاضل جي انقلابي راه جا دشمن،
– سامراج دشمن سمجهڻ گهرجن يا سامراج دوست؟
– ”پنجابي“ حڪومت جا مخالف سڏڻ گهرجن
يا ان جا سجڻ؟
– ظالم قوم، ظالم ٽولي ۽ ظالم طبقي جا ويري
سمجهڻ گهرجن يا انهن جا ساٿي؟
– ظالم زميداري نظام ۽ اسرندڙ سرمائيداري سرشتي
جا توڙيندڙ سمجهڻ گهرجن يا انهن جا پڙلڳ؟
حقيقت سچ جيان پڌري آهي.

ان جو صاف مطلب آهي ته ”اڳوڻي“ عوامي تحريڪ ۽ هاڻوڪي عوامي نيشنل پارٽي آمريڪي سامراج ۽ ان جي ڇاڙتن، پنجابي- پناهگير ڦورو طبقن، ظالم زمينداري ۽ اسرندڙ ڦورو سرمائيداري نظامن ۽ انهن جي محافظن خلاف سنڌي قوم (۽ ٻين مظلوم قومن) جي حق خودارادیت لاءِ جدوجهد ڪري ٿي ۽ ان لاءِ جن قوتن کي منظم، متحد ۽ سجاڳ ڪري ٿي اهي آهن سنڌي مزدور، سنڌي هاري ۽ مظلوم قومن ۽ طبقن جا پنهنجي ڇوٽڪاري لاءِ وڙهندڙ پورهيت عوام. عوامي تحريڪ فاضل صاحب جهڙن جوڌن جنگ جوانن ۽ سورهيه سرويچ سروائن کي جنم ڏنو آهي ۽ انهن جي نگهباني ۾ وڌي ويجهي آهي.

عوامي تحريڪ جو اهو مقصد پڻ رهيو آهي ته هر قسم جي قومي ۽ طبقاتي ظلم ۽ ڦرلٽ سان آجو ٿيڻ لاءِ قومي، طبقاتي، جمهوري ۽ سامراج دشمن مورچن تي جيڪا به تنظيم اهڙي پروگرام جي هام هڻي ٿي ان سان هر ممڪن نموني اتحاد ڪري پنهنجي جدوجهد جو محاذ وسيع ڪيو وڃي. بدقسمتيءَ سان سنڌ ۾ قومي جدوجهد جي هام هڻندڙ تنظيمن اتحاد مخالف رويو پڻ ظاهر ڪيو آهي جنهن ڪري ”سنڌي عوام جي قومي

اتحاد" کان اڳ ڪو اهڙو، نسبتن وڏيڪ سٺو اتحاد
قائم ٿي نه سگهيو آهي. جڏهن ته کاٻي ڌر جي ڪجهه
تنظيمن ڪجهه عرصي لاءِ، ڪجهه قدر صحيح، ڪجهه
ڪارائتا اتحاد ڪيا آهن جن وسيلي قومي مسئلي جي
اصولي مؤقف کي نه رڳو مڃيو ويو پر ان جي حل
لاءِ به آواز اٿاريو ويو، پر ان پاسي وري عوامي نيشنل
پارٽي کان اڳ ڪو وڏيڪ، نسبتن سٺو اتحاد نه ٿي
سگهيو آهي. چئن تنظيمن هڪ ٻئي ۾ ضم ٿي پاڻ کي
هڪ پروگرام هيٺ منظم ڪري پنهنجو نالو عوامي
نيشنل پارٽي رکيو آهي. عوامي نيشنل پارٽي گهڻ
طبقاتي جمهوري ۽ سامراج دشمن پارٽي آهي جيڪا
پاڪستان ۾ موجود قومي مسئلي ڏانهن ٻي هر پارٽي، تنظيم جي
ڀيٽ ۾ وڏيڪ اثرائتو ۽ اصولي مؤقف رکي ٿي. اي.
اين. پي ۾ جيئن جيئن تعليمي ڪم وڌندو ويندو تيئن
تيئن وڏيڪ سگهاري، سچاڻ ۽ اثرائتي ٿيندي رهندي.

مظلوم طبقن، مظلوم قومن ۽ هر مظلوم قوم جي
مختلف وطن دوست تنظيمن جي وچ ۾ اتحاد ٿيڻ خاص
طرح سنڌي قوم جي اشد ضرورت آهي. سنڌ جي وجود
کي فنا ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ، سنڌي قوم کي ٿورائي ۾
تبديل ڪري، گم ڪرڻ جي سازش کي منهن ڏيڻ لاءِ،

سنڌي قوم کي ثورانئي ۾ تبديل ڪري گم ڪرڻ جي سازش کي منهن ڏيڻ لاءِ، سنڌي عوام جا بنيادي حق حاصل ڪرڻ لاءِ؛ سنڌ جي دائمي مسئلن کي حل ڪرائڻ لاءِ ۽ مظلوم قومن ۽ قوتن جي حق پرست، جمهوريت پسند، سامراج دشمن ۽ ترقي پسند تنظيمن جي ٻڌيءَ، ايڪي، ڏاهه يا اتحاد لاءِ اڄوڪي سنڌ ۽ پاڪستان جي مظلوم قومن ۾ هڪ سرويچ ۽ سورهيه سائين رسول بخش پليجو پنهنجي تنظيم جي پليٽ فارم تان بااصول عملي جدوجهد هلائڻ لاءِ سينو ساهي بيٺو آهي ۽ سيني سنڌ دوست. وطن دوست، قوم پرست ۽ ترقي پسند تنظيمن کي سنڌي عوام جي وسيع تر مفادن ۾ اتحاد لاءِ پڪاري رهيو آهي.

”سنڌي عوام جي قومي اتحاد“ پاران ٧- جنوري کان ٨- جنوري ٨٨ع تائين هلايل احتجاج تهه:

١- فوجي ڇاوڻيون وڇائڻ بند ڪيون وڃن.

٢- بهارين جي آمد کي ٻڃو ڏنو وڃي.

٣- ٻين صوبن ۽ ٻين ملڪن کان ماڻهن جي سنڌ ڏانهن لڏ پلاڻ بند ڪئي وڃي.

٤- سنڌين کي اقليت ۾ بدلائڻ ۽ سنڌ وجود ختم ڪرڻ جي سازش ختم ڪئي وڃي.

٥- ڪالا باغ ڊئم ۽ ٻيا اهڙا منصوبا ٿاهي سنڌ کي واريءَ ۾ تبديل ڪرڻ جي سازش بند ڪئي وڃي.

٦- شهيد فاضل جي حقيقي قاتلن کي ڦاهي ڏني وڃي.

٧- سمورن سياسي قيدين کي آزاد ڪيو وڃي.

٨- سنڌي هارين جون بيدخليون ۽ سنڌي مزدورن جون ڇانٽيون بند ڪيون وڃن.

٩- تعليمي ادارن کــي قيد خانن ۾ تبديل ڪرڻ بند ڪيو وڃي ۽ شاگردن کي آزاد جمهوري ماحول مهيا ڪري ڏنو وڃي.

١٠- جمهوريت پسندن جــي چر پر تي پابندي ختم ڪئي وڃي.

١١- سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ جو درجو ڏنو وڃي.

١٢- عوام جا بنيادي سياسي حق ۽ جمهوري آزاديون بحال ڪيون وڃن وغيره. واري مهم ۾ هزارين ماڻهن حصو ورتو اها ڳالهه هڪ ڀيرو ٻيهر ثابت ڪئي آهي ته "سنڌي عوام جو قومي اتحاد" نه رڳو سنڌي عوام جــي سڌن ۽ امنگن وٽان آهي، سنڌي عوام لاءِ هڪ اهم تاريخي ضرورت پوري ڪندڙ آهي پــر سنڌ توڙي سنڌي قوم جي وجود، بچاءَ، بقا ۽ واداري لاءِ پڻ انتهائي لازمي آهي.

نيٺ اهو ڪهڙو سبب آهي جو ڪجهه قومي حقن لاءِ جدوجهد ڪرڻ جي هام هڻندڙ سنڌي تنظيمون سنڌي عوام جي هن قومي اتحاد ۾ اچڻ بدران ڪنهن نه ڪنهن رجعت پسند سامراجي ڇاڙتي يـا "ترقي پسند" پنجابي- پناهگير تنظيم جي گود ۾ وڃي لڪيون آهن ۽ سنڌي عوام سان هم آواز ٿيڻ بدران سنڌ دشمن سامراجي قوتن سان ٻٽ تي بيٺيون آهن؟

اهو راز پروڙڻ هر سجاڳ سنڌي ماڻهو لاءِ اٽر ۽ لازمي آهـي.

اهڙين تنظيمن کي هڪ پيرو وري به عرض ڪجي ٿو ته سنڌ دشمن قوتن جي طرفداري ڇڏي سنڌي عوام جـو ساٿ ڏئي حق پرست عوام دوست جدوجهد هلائي سائيهه سچڻ هجڻ جو ثبوت ڏين.

سچڻ پرڙو

٣١- جنوري ١٩٨٨ع

”فاضل سان ملندين؟“

”فاضـل ! ؟“

”ها، جهل مان آزاد ٿيو آهي، حيدرآباد ۾ آهـي، اتي وقت تہ هلي ملونس.“

”وقت تـہ گهٽو آ پر فاضل سان آءٌ ڪيئن ملي سگهندس!“

”ڇو نہ ملي سگهندين؟“

۽ مون ويٺي سوچيو تـہ ڇا فاضل سان ملڻ ايڏو سولو آهي؟

فاضل صاحب نہ سنڌي عوامي جدوجهدن جو هڪ وڏو اڳواڻ آهي، جنهن ايوبي مارشل جـي ڏيـو سان جوٽون ڪاڍيون ۽ ”ون-يونٽ ٽوڙڻ“ لاء هزارين سنڌي ساٿين جي جلوس جي اڳواڻي ڪري زبردست احتجاجي ظاهرن ۾ ڀرپور حصو ورتو، جنهن ”ووٽرلسٽون سنڌيء ۾ ڇپرائڻ“ لاء وطن دوست اڳواڻن سان گڏجي سرگرميء سان حصو ورتو، جيڪو سنڌي عوامي تحريڪ جو بنياد رکندڙ ٻانهڪار ساٿين مان هڪ آهي، ساڳي ئي ڀحياوي ڊڪٽيٽري خلاف ويڙہ جي ميدان ۾ رهندي ”نيلام بند ڪريو تحريڪ“ جهڙي تاريخي جدوجهد جـو سرواڻ، سنڌي ٻـولي خلاف پناهگيرن پـاران ڪيل جهيڙن ۾

سنڌي ماڻهن جو نگهبان مرد مئو، جنهن سنڌي هاري
ڪميٽي (هاڻي سنڌي هاري تحريڪ) جي قيام ۾ بنيادي
حصو ورتو ۽ سڄي سنڌ ۾ سنڌي مزدورن ۽ هارين جي
سياسي سجاڳي، تنظيم ۽ واڌاري لاءِ زبردست جاکوڙ
ڪئي، جنهن کي يحيا حڪومت به قيد ۾ رکيو ته
پڻو حڪومت بہ جنهن جيل ۾ هوندي به چونڊن ۾
وڏي اڪثريت سان ووٽ کڻي مخالف کي هارايو (پر
ڊانڊلي ڪري فاضل صاحب کي هارايل ڊيڪاريو ويو)،
جيڪو سنڌي هاري تحريڪ جي پهرين ڪانفرنس مهل
به جيل ۾ هو ته مارشل لا جي ابتدا ۾ به (مون کي ان
وقت اها خبر نه هئي ته فاضل صاحب علائقي جي
جاگيردارن خلاف "ظلم بند ڪريو تحريڪ" به هلائي
هئي ته ٿه مارچ جي جوڙن سان به ڪاهو ڪلهي ۾
هلائي سندن سار لڌي ۽ انهن جو ڀانهه ٻيلي ثابت بيٺو
هو ۽ ان سان گڏ ٻين انيڪ اڻڳڻ معاملن ۾ مقامي
انتظاميه سان جوڙون ڪاڏيون هيون.) اها خبر ضرور هئي
ته علائقي جي زميندارن کي فاضل جو وجود، جدوجهد
۽ تنظيم مورڳو وڻي ئي ڪونه. عوامي تحريڪ جي
نظريي تي تنقيد ڪرڻ بدران ان جي ماڻهن جي "چنڊ
چپاڻ" تي قلم گسائڻ واريون، لکتون به پڙهيون هيون جن

۾ فاضل صاحب جي "وڏيرپ" تي ٻه ٽيڪا ٽپڻي ڪيل هوندي هئي.

عوامي تحريڪ ۽ سنڌي هاري ڪميٽي جي ماڻهن سان نئين نئين سڃاڻپ ٿي هئي. هر قسم جون لکڻيون پڙهڻ سان دلچسپي هئم پر عملي سياست سان نه. جڏهن ته دل سان اها آس هوندي هئم ته جيڪر سنڌ جي سياسي مسئلن تي لکندڙ ۽ ڳالهائيندڙ تنظيمون پاڻ ۾ ملي، پڌي ڪري، گڏجي ڪا عملي جدوجهد هلائن ته سنڌ ۽ سنڌي قوم جو ڀلو ۽ ڇوٽڪارو ٿي سگهي ٿو. انهن ڏينهن ۾ تي ئي ڪارائتيون تنظيمون موجود هيون سنڌي عوامي تحريڪ (رسول بخش پليجو)، جيئي سنڌ محاذ (جي-ايم. سيد) ۽ سنڌ هاري ڪميٽي (ڄام ساقي جيڪو عملي طرح نازش ۽ نقوي سان ڳنڍيل هو). سنڌي هاري ڪميٽي (هاڻي سنڌي هاري تحريڪ) عملي طرح عوامي تحريڪ جوئي حصو سمجهندو هوس. انهن ٽنهي وڏين تنظيمن سان واسطيدار سنڌي شاگرد تحريڪ جيئي سنڌ استوڊنٽس فيڊريشن ۽ سنڌ ايس-ايس-ايف (هاڻي ڊي-ايس-ايف) شاگرد سنڌي شاگرد تحريڪ ڳنڍيل نموني نئون نئون تنظيمي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هو ۽ مون کي ان جو نظرياتي بنياد، تنظيمي ڍانچو ۽

ڪم جو طريقو صحيح، سچو ۽ عملي محسوس ٿيو جنهن
ڪري آءٌ ان سان واسطيدار هوس.

سنڌي هاري تحريڪ (ان وقت ڪاميٽي) جي پهرين
ڪانفرنس ۾ مون به شرڪت ڪئي هئي ۽ محسوس
ڪيو هئم ته جيڪڏهن سنڌي هاري، مزدور، شاگرد ۽
ٻيا وطن دوست ماڻهو ائين، پورهيت نظريي جي انقلابي
ڇانو هيٺ منظم نموني اڳتي وڌندا رهيا ته دنيا جي
ڪابه طاقت سنڌ ۽ سنڌي قوم کي غلام رکي نه ٿي
سگهي. اڄ اهي سوچون اڳي کان به وڌيڪ سگهاريون
ٿيون اٿس.

سنڌ جو هڪ سٺو اديب، شاعر ۽ فنڪار آهي
جنهن جو نالو آهي فتاح. هڪ ڀيري ڪنهن سلسلي ۾
ان وٽ وڃڻ ٿيو هو ۽ اتي ٿي مون فاضل صاحب جو
اسڪيچ (خاڪو) هڪ وڏي وال پوسٽر تي ڏٺو هو
ٻرڪشش، ڳالهائيندڙ، ڪرو ماڻهو، هٿن ۾ هٿڪڙيون ۽
زنجير ٽوڙڻ جي ڪوشش ۾ رڌل.

۽ هاڻي هڪ ساٿيءَ ويتي پڇيو ته ڇا آءٌ فاضل
صاحب سان ملي هلي سگهندس.

آءٌ ته وڏي شوق سان هلندس.

پر مون دل مان ان کري پڇي هنيو جو مون

پنهنجي ڪاليج ۾ ٻه ٽي ڪيا ڇاڙا ليڊر صاحب ڏٺا
هئا اهي ٻه وڏي شيء هئا تيل مالشون ڪرائي،
پڙڪيدار ڪپڙا پائي، ڪاهن تي اجرڪ وجهي، پاسي ۾ پستول
لڙڪائي، ٺونٺيون هڻندي ڄامشوري ۽ ٽنڊي ڄام جي
روڊن تي گهمندا هئا ته ڇڱي ڀلي جي دل ۾ ڪونه
ٿيندي هئي جو روڊ تي هلي سگهي، مون ڪيترن ئي
شاگردن کي رستو ڇڏي ديوين لتاڙي دڳ ڳولهي
لنگهندي ڏٺو هو. مون اهڙا ليڊر ڏٺا هئا ۽ ذهن ۾
تصور به انهن ئي ليڊرن جو هو. ڪاليجي ٽرو شاگرد
رهنما شاگرد سگهت جي چوندن ۾ ڪٿي نه سگهندا
ته هڪ ٻن جلسن ۾ به ٽي فائر ڪري، ٻن ٽن سنڌي
شاگردن جي ڪمرن تي قبضا ڪري، ڇهن پنجن غريب
شاگردن کي مار ڪيڊي، پنهنجن چاپلوس شودن جي
وچ ۾ ٻيهي ٽٺول ڪندا، ايا ٿيو پيا هلندا، زمين تي
نگاه ئي نه پوندن، فلڪ کي ڪنگهندا به ڪونه، ڳاٽ
اوچو، سيٽ وڏي، لشڪ ڪهڻي، جلسن ۾ ٻئي ٻانهون
لوڏي، وڏا وات هڻي: ڏرتي آپ هڪ ڪري ڇڏيندا،
رونشو وني پڪيڙيندا ۽ سمجهندا ته هو ڪي وڏا ٽيس
مار خان آهن. پر جي پوليس جون به لپاٽون لڳي وينديون
ته ڪيسيون پيا ڪندا.

ڪاليجي سياست ئي ڏني هئي. جمعيت طلبا شاگرد
چوندن ۾ هارائڻ واري هئي ته خبر ناهي ڪٿان جا
ڏاڙهي پوش غنڊا وٺي آيا ۽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج
جي وڏي جاءِ آڏو ڦوهاري وٽ پنهنجي ڌهن مائٽن جي
"جلسي" ۾ "بم" جو ڌڪاءُ ڪرائي وڌي جو هلڙ
مچايائون ته نيٺ چوندون ملتوي ٿي ويون. رات جو
دير سان در ٿي ٺڪ ٺڪ ٿي، مخالف وولر ٻاهر نڪتو،
پنج ڇهه ٻٽ ٻڌل همراه ڪون هئي ڪيس سڄاڻي پڄي
وياءِ رات جو هوائي فائر ٿيندا، دهشت پکيڙبي ۽ لٺ
ڪبي. شاگردن کي وڏن نعرن وسيلي خيالي جنتن جا
خواب ڏيکاري، ڏنا ڏيئي، ايٿيون ڀتيون ڳالهيون ٺوڪي
لٺ بازي، لذت پرستي ۽ عياشيءَ جا لاڙا پئي پيدا
ڪيائون. استادن سان بدتميز رويو رکي، انهن کي
دڙڪا ڏئي، پستول ڏيکاري پاڻ کي امتحانن ۾ پاس
ڪرائيو ۽ ڪجهه غريب شاگردن کي ڪمرن مان
بيدخل ڪري ڪمرن کي پنهنجي اوطاق طور ڪم
آڻيو. ڪاليجن ۾ به نيڪ اهوڙي ماحول پيدا ڪيو پئي
ويو جيڪو ڳوٺن ۾ عام جاهل لٺ باز ۽ داداگير وڏيرا
پيدا ڪري ويهندا آهن.

ڪيترائي سو سنڌي شاگرد اڄ ڏ ڏاگيري واري،

تريءَ تي جنت مهيا ڪري ڏيندڙ واتوڙي ۽ لپاڙي سياست کان بيزار هئا. انهن مان جن به تورو گهڻو پڙهي سمجهيو پئي ته هن سچي تڪسات ۾ آهي ڪجهه به ڪونه تڏهن انهن ۾ قومي آئيندي متعلق اچا به وڌيڪ مايوسي پئي پکڙي ۽ انهن جي دلي خواهش هئي ته ڪا اهڙي سچي پچي، تعليم ۽ تنظيم ڪندڙ سياسي ڌر هئي گهرجي جيڪا سنڌي شاگردن کي صحيح دڳ لائي، سنڌي خاص طرح پورهيت عوام سان ويجهو ناتو رکي ۽ عملي طرح جدوجهد به ڪري، اهڙن شاگردن جو ذهن سنڌي شاگرد تحريڪ مان ڪنڊيل هو سخت مخالفت ۽ دباءَ باوجود سنڌي شاگرد تحريڪ جي، وڌڻ جو هڪ سبب اهو به آهي.

ڪجهه ذاتي چڙهيل رهنما وڏيرن سان به مان جو اتفاق ٿيو هوم ۽ انهن جي لاءِ به ڏني هئي. فاضل صاحب سان مان کان پوءِ ٿي عوامي اڳواڻن ۽ وڏيرڪن واتوڙين جي وچ ۾ زمين آسمان جو فرق ڏسڻ ۾ آيو.

فاضل صاحب کي ڏسڻ به فخر جهڙي ڳالهه هئي. ڄامشوري کان حيدرآباد ويندڙ روڊ پٺاڻ ڪالوني وٽان ٿوري چڙهي ڪري اوڀاڇي حيدرآباد سينٽرل جيل کي ۽ حيدرآباد ۾ پهچي ٿوڙا اڇاڙهيءَ جي وچ تي ساڄي

طرف ۾ ٿي جهوپڙي "هوٽل" آهن جن ۾ ڪاٺ جي کهرين بينچن تي چار ماڻهو ويٺا هئا، ڪا ڪل پنوڪ ۽ ٺهڪن واري ڳالهه پئي هلي۔

خاڪو ته ڏنوئي هوم پر هتي ته هي قدآور، ڪل مک، مرڪندڙ فاضل ويٺو هو. جنهن ماڻهن اٿي بيهي ڪيڪار پليڪار ڪئي. مون ڀيٽي فاضل کي گهوريو، پير کان نراڙ تائين— پيرن ۾ چمڙي جي پراڻي جتي؛ ڪانڌيءَ جا گهنجل ڪپڙا، سڀر جسم، ڊگهو قــد، منهن تـــي مرڪ، اکين ۾ چمڪ، سادگي؛ سچائي ۽ سماجهائي جو مجسمو— جهڙو اندر تهڙو ٻاهر، ڪاٺ جي بوچ کي چٽائي ڏنم ۽ وري فاضل کي. نه ته ڪا وڏي رعبدار شاهي ڪرسي؛ نه هار سينگار ۽ نئڻ ۽ نـه وڏائي نه معتبري. "اچو سرڪار، ڀلي آيئو؛ جيءَ آيئو؛ اچو، ويهو، خوش، خير، ڪٿا، ڀلا، جوڙ متارا" جهڙن لفظن سان آدرڀاءُ ڪري؛ پاڪر پائي مليو. چارڏي اهڙي قرب سان پاڪر پائي مليا جو لڳو ته ٻنهي ڀائرن وٽ آهيان. راجوٽي سنڌي طريقي سان آدرڀاءُ جي پليڪار ۽ خوش خير خيريت ٿي. اسين به ڪچهريءَ جو حصو ٿي ويا سون. محسوس ٿي ڪونه ٿيو ته ڪو اوپرن ماڻهن

جي وچ ۾ هجان. تڏهن منهنجي لاڙ لهجو هوندو ته پيارو
لڳندو اثر پر مٿان وري پنهنجائپ ان ۾ اچي ساڻس
پيري ڇڏي.

سوچيم ته اسان وٽ، ڪاليج ۾ ٽي پيسن وارا
ٿورڙا ڇوڪرا به ڪيڏي نه مڪي ڪري پيا گهمندا
آهن ۽ هي آهن سنڌي عوامي جدوجهد جو سرواڻ؛
جيڪڏهن اهي ليڊر آهن ته هي ڇا آهي ۽ جيڪڏهن
هي حقيقي اڳواڻ آهي ته هو ڇا آهن؟ انسان ڪٿي،
انسان دوستن ڪٿي، سائين سچن ماڻهن کي ڪيئن هئڻ
کهرجي. هيئن فاضل جيان يا هوئن هنن جيان؟

سوچيم ته جنهن ماڻهو وٽ وڏائي، وڏ ماڻهپ،
پنهنجي پڏ، لئه پاڻ کي مٿاهون ڪرڻ جي بڪ،
ماڻهن مٿان رعب جهاڙڻ ۽ پاڻ کي ناهوڪو رکڻ جي
سڌ ئي ڪونهي، جيڪو پيار، پاپوه، پنهنجائپ سان
ڪيڏي ڳالهائي ٿو اهوئي سچو ماڻهو ٿي سگهي ٿو.
مون کي فاضل ۾ اهي سڀ ڳڻ ملنا لڳا جيڪي وٽس
موجود هئا ۽ اڄ ڏسي سگهيس.

اڪين آڏو اهي بهتان بازين سان پريل تبصرا، مضمون
۽ رسالا ڦرڻ لڳا جن ۾ فاضل جي "وڏيرپ" کي
نشانو بنايو ويندو هو. وهم جند نه ٿي ڇڏي، سوچيم

ته ٿي سگهي ٿو ته هيءُ به ائين ٿئي، مڙيوئي ”سياسي ڏيک“ هجي، فاضل به ذهني طرح وڏيرہ ۽ اوطاقي يار ويس ماڻهو هجي. وڏيرا به ته عام طرح پنهنجي اوطاق تي پاڻ جهڙن ماڻهن سان ڏاڍو کلي کلي قرباڻتي نموني پيا ڳالهائيندا آهن باقي جڏهن سندن کو هاري سرڙيو سامهون چڙهي ويندو آهي تڏهن ڀرين درجي جا خبيث ٿي پوندا آهن. بهتانن جو ڏاڍو گهڻو اثر هو منهنجي ذهن تي.

پر پوءِ، فاضل صاحب سان ڪيترين ئي ڪچهرين کان پوءِ مون کي پنهنجي اهڙي بيجا سوچ تي ڏاڍو ڏک ۽ شرم محسوس ٿيو هو.

نئون، ضيائي مارشللا مڙهيل هو. امڪان اهو هو ته جيڪي فاضل صاحب جا ڪم آهن ته سرڪار ڪيس وري جيل ۾ بند ڪندي. مون به ڪانئس اهوئي سوال پڇيو، ”ڏيو خبر، وري ڪڏهن تا جيل وڃو؟“

”سائين، بس سرڪار جي مهرباني آهي، اسان جو گهر تہ اجهو هو آهي (ڏيکارجندڙ حيدرآباد سينٽرل جيل جي اولهہ ڏکڻ واري چوڪيءَ يا جاچ مناري ڏانهن اشارو ڪندي). آيا آهيون يارن دوستن کان حال احوال پڇڻ، جيڪڏهن سرڪار جون اهي مهربانيون

رهيون ته چاڻ وري جيل هونداسون." (— ۽ واقعي
ڇهن مهينن کان پوءِ فاضل صاحب وري جيل ۾ هو)
هي جيل ڏانهن وڃڻ جو ذڪر هو يا گهر وڃڻ جو!
ڇگن پلن ڪاليجي ليڊرن جو ته پوليس ڏسي ڏي
ساه سڪي ويندو هو ۽ جڏهن پوليس جي ور چڙهي
ويندا هئا ته ٿاڻي تي وڃا گيسيون ڪندا هئا پر جڏهن
سوتي ايندا هئا تڏهن انهن ٿونڊجي گهمندا هئا ڇڻڪ
هر ويري ڍيري ڪيو اٿائون.

جمهوري روپ ۾ وڏيرڪي ڊڪٽيٽري ختم ٿي
چڪي هئي ۽ اگهاڙي فوجي ڊڪٽيٽري جي صورت ۾
مڙهيل هئي. جمهوري روپ وقت پنج لفظ لکي ۽ ڇپي
ته سگهجن پيا پر فوجي ڊڪٽيٽري وقت جمهوريت پسند
جو لکڻ ڇپڻ بند هو. مظلوم قومن مٿان ڇانيل پنجابي-
پناهگير ٿورو طبقن پاران ڦرلٽ ۾ اچا به واڌارو اچي
ويو هو. فوجي حڪمرانن جي چوڻ موجب مارشل لا
ذرم ڪري رکيو ويو هو تڏهن به سياسي سرگرمين تي
سخت پابندي هئي. ضيائي حڪومت پاران نوي ڏينهن
۾ چونڊن جو وعدو لکبي پيو ته ويندو اسپرنگ جيان
ڇڪبو ڊگهو ٿيندو ۽ اينگهندو. سنهي ٽلهي "ڏوه" تي
ٻنا ڪنهن هبڪ جي ڏنڊ، ڪوڙا ۽ قيد هئا.

بسم الله سان ابتدا ڪري، الله رسول جي الر ...ان تسبيح سـوري شڪرالحمدالله تـسي تقريـر ختم ڪندڙ تقريرباز جنرل ضياءُ ۽ فوجـي حڪومت چونڊن واري وعدي تان ڦري ويئي ۽ مارشل لا کي سخت ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيائين.

سڄو ڏينهن پنجابي- پناهگير سامراج خلاف تقريرون ڪندي گڏون وهائيندڙ ڳوٺن ۾ وڃي لڳا هئا، فوجي ڊڪٽيٽري خلاف وسيع پيماني تي ڪو به آواز، ڪوبه نعرو ڪونه هو. "ملڪ مٿان ڇانيل مصيبت جي ڏينهن ۾ گـهرجي چوديواري اندر ويهي ڪتابن لکڻ" جـسا افلاطوني ڏس پڻ ڏنا ويا. (۽ اهڙيءَ طرح مارشل لا جي اڻسڌي حمايت پڻ ڪئي وئي). عوامي تحريڪ مان رهڻ نـ. پڻ چاهيو تنهنڪري مارشل لا خلاف جدوجهد جاري رکڻ لاءِ مزدور مورچي تي ڪم ڪي وڌايو.

مختلف قسم جي ترقي پسند ۽ آزاد خيال ايڪيهن تنظيمن جو هڪ اتحاد "عوامي جدوجهد ڪاميٽي" جي نـالي سان منظم ڪري ان وسيلي هڪ احتجاجي هفتو (١٨— ٢٦ جون ٧٨ع) ملهائڻ جو بلو ڪيو ويو. هـن اتحاد جي پروگرام ۾ ١٣ نڪتا شامل هئا:

١— سمورا ناجائز ۽ ڪارا قانون ۽ فتڪن جـون

سزائون ختم ڪيو وڃن، خاص ڪورٽون ۽ ٽريبونل توڙيا وڃن ۽ سمورا شهري حق ۽ آزاديون بحال ڪيون وڃن.

٢- بنا شرط هڙتال ۽ سوداڪاريءَ جو حق بحال ڪيو وڃي ۽ ٽريڊ يونين سرگرمين ۽ تنظيمن ناهڻ، جلسا جلوس ڪرڻ، لکڻ ۽ ڳالهائڻ تي وڌل سمورين پابنديون لاٿيون وڃن.

٣- سمورن گرفتار ٿيل يا سزائون ڏنل هارين، مزدورن، شاگردن ۽ ٽريڊ يونين اڳواڻن ۽ ڪارڪنن ۽ سياسي ڪارڪنن کي بنا شرط آزاد ڪيو وڃي ۽ سندن خلاف داخل ڪيل سمورا ڪيس واپس ورتا وڃن.

٤- تعليمي ادارن جي آزادي بحال ڪئي وڃي ۽ انهن ادارن جي ڪمن ۾ سرڪاري مداخلت بند ڪئي وڃي. ان کان سواءِ تعليم مڪمل ٿيڻ تي روزگار جي ضمانت ڏني وڃي.

٥- صحافت ۽ عام پرچار جي سمورن ذريعن کي آزاد ڪيو وڃي.... اظهار جي آزادي جي مڪمل ضمانت ڏني وڃي - پريس ۽ پبليڪيشن آرڊيننس ختم ڪيو وڃي --

٦- هارين جي بيدخلي جو سلسلو بند ڪيو وڃي ۽ بيدخل ڪيل هارين کي ٻيهر سندن زمين جا قبضا

ڏياريا وڃن. ان دوران تيل فصلن ۽ نقصانن جو اجورو پوري ڏنو وڃي ۽ ظالم وڏيرن، جاگيردارن ۽ سندن مددگار ۽ پٺ پراڻي ڪندڙ ڪامورا شاهي ڪي سندن ڪيل ڏوهن جي سلسلي ۾ سخت سزائون ڏنيون وڃن.

٧- بيروزگاري ختم ڪئي وڃي....

٨- وڌندڙ مهانگائي کي اثرائتي نموني روڪيو وڃي ...

٩- قومي ملڪيت ۾ ورتل صنعتون پراڻن مالڪن کي واپس نه ڪيون وڃن....

١٠- عورتن کي زندگيءَ جي هرڪاروبار ۾ هڪ جهڙا حق ڏنا وڃن.

١١- سمورو سامراجي سرمايو ضبط ڪيو وڃي.... جاگيرداري- سرمائيداري قرلت ختم ڪئي وڃي.

١٢- بلوچستان ۾ عوام تي ٿيندڙ ظلمن جو سلسلو بند ڪيو وڃي ۽ بلوچستان جي عوام جا حق تسليم ڪيا وڃن.

هن اتحاد ۾ عوامي تحريڪ، سنڌي هاري تحريڪ، سنڌي هاري تحريڪ ۽ سنڌي شاگرد تحريڪ شامل هيون.

انهيءَ عرصي ۾ فاضل صاحب حيدرآباد جيل ۾ هو،

بيماريءَ (بڪيءَ جي سور ۽ معدي جي ڦٽ) سبب کي
لياقت ميڊيڪل ڪاليج اسپتال ڄامشورو جي پرائيويٽ
وارڊ داخل ڪرايو ويو.

هاڻوڪي حياتيءَ ۾ وڏا وڏا نالي چڙهيا جفادري
"مڙس ماڻهو" ڏٺا اٿم جن کي ٻين جي وڏي وڏي
تڪليف ڪي ته ڪنگهندا به نه آهن، چوندا آهن ته يار
سهي وڃ، سور ۾ آهي ڇا، دل ڇو لاٿي اٿئه وغيره پر
جڏهن ڪين پنهنجي پيٽ ۾ معمولي وٽ به پوندو آهي
تڏهن ڪوڪرا ڪرڻ لڳندا آهن ۽ سمجهندا آهن تہ
ان کان وڏو ڪو پيو سور تي ٿي نه ٿو سگهي جڏهن
تہ ڊاڪٽر جي رکيو ٽوسٽ ڊوز (چڪاس جو وزن،
ڪل پنج ڦڙا) ٻڙرلجن سمي لڳڻ سان ٿي سندن سور
لهي ويندو آهي ۽ هڪ ڊاڪٽر دوست جي چوڻ موجب
تہ ڪنهن ماڻهو جو سور جيڪڏهن هڪ ٽهلهي (ڊرپ)
جنهن ۾ ڏه سي سي (برابر ٻه سؤ ڦڙا) ٻڙرلجن ۽ نشي
جي سمي به پيل هجي ته اهو سور پهرين سور جي پيٽ
۾ ويهون کان به وڌيڪ آهي ۽ فاضل کي اهڙا ٻہ
وڏا سور هئا بڪيءَ جو سور ۽ معدي جي ڦٽ جو
سوره پر مون سدائين هن مڙس متير کي کلندي ۽
ٽهڪندي ڏٺو.

اسپتال ۾ ساٿس ڪيترديون ئي ڪچهريون ٿيون.

ڪجھ دوستن گڏ ويٺي ساٿس ڪچهري ڪير. پکو پوري رفتار سان پئي ڦريو، پر مرڪندي مرڪندي بـ سندس منهن تي پگهر ڦڙا ڳڙي آيا. کيس تڪليف هئي ضرور پـر ڪچهري ڪيئن ڇڏي ... بيخيالي ۾ ٻوڙي وچي ڊاڪٽر کي وٺي آيس. فاضل صاحب کي تڪليف ڏاڍي هئي. ڊاڪٽر هڪدم امان کي چيو تـ کيس دوائن ۽ آرام جـي سخت گهرج. ٻاهر تتل ڏينهن ۽ ڄامشوري جي ڌوڙهن جبلن تان اٿندڙ تاءُ هو.

اٿيم هئم تہ سندس الاءِ ڇا حال هوندو. نيٺ ٽن ڪلاڪن کان پوءِ ڇهين وڳيءَ وچي ڏسان تہ پرائيويٽ وارڊ جي پنهان روڊ تي ڪرسيون پيون آهن ۽ فاضل جـا روايتي ٽڏا متا ڌهڪ پيا پون ـــ سندس پرسان سنڌ ساگر پارٽي جو هڪ نوجوان ويٺل هو جنهن جي منهن تي ننڍڙي سونهاري ۽ رونق هئي ۽ ان ويٺي فاضل صاحب کي سمجهايو تہ سنڌو مسلمان ٿيڻ لاءِ ڇا ڇـا ضروري آهي ۽ فاضل صاحب وري کيس پنهنجـون خبرون پئي ٻڌايون ۽ سوالن جي صورت ۾ پئي ڳالهايو.

ـ جيڪڏهن وطن جي ڦريل، ماريل مسڪين ماڻهن کي غلاميءَ مان آجو ڪرائجي تہ اها مسلماني آهي يا نہ؟

– جيڪي پنجابي-پناهگير ۽ سنڌي وڏيرا سنڌي ۽ باوچ ماڻهن کي وينا ڦرين انهن جي ڦرلٽ خلاف جدوجهد ڪرڻ مسلماني آهي يا نه؟

– لکين ڪروڙين پورهيت عوام کي آزاد، پاڪ، خوشحال ۽ اشراف ماحول پيدا ڪري ڏجي ته، اها مسلماني آهي يا نه؟

– سنڌي عوام کي گڏ ڪري حق پرست جدوجهد لاءِ تيار ڪجي ته اها مسلماني آهي يا نه؟

مولوي صاحب هر سوال جي جواب ۾ ”ها سائين بلڪل ٺيڪ آهي“ پئي چيو.

”ته پوءِ اسان کان وڏو مسلمان ٻيو ڪير آهي؟“

مولوي صاحب چيو ته اها به سني مسلماني ۽ نيڪي آهي پر الله رسول جي عبادت به نه وسارڻ گهرجي.

فاضل صاحب کلندي چيو ته ادا ڪير ٿو جهلي؟ اسين ته مذهبي آزاديءَ جا سڀ کان وڏا مجاهد آهيون، اسين چاهيون ٿا ته هر ماڻهو کي حق هجي ته هو جنهن نظريي کي وڻيس اهو اختيار ڪري. مذهب جي آڙ ۾ بدمعاشي ۽ رهزني نه ڪئي وڃي. ڀلا هي جنرل صاحب مذهب جي نالي ۾ جيڪو ڪجهه ورتو ڪري اهو اسلام آهي ڇا؟ ماڻهن جو گهر پينگ ڪجي، ان جو

الهہ ڏنهہ ڇٽ ڪري ڇڏجي، قومن کي غلام بنائجي، ماڻهن تي موچڙو پيو وسي— اهو اسلام آهي ڇا؟

مولوي: نہ سائين اهو تہ اسلام ناهي.

فاضل: پوءِ جيڪي سامراجي ڏڌ اسلام جي آڙ ۾ خرمستيون وينا ڪن انهن خلاف جدوجهد ڪرڻ لازمي آهي يا نہ؟

مولوي: ها سائين بلڪل آهي.

فاضل: پوءِ اچو تہ گڏجي اهو نيڪ ڪم ڪريون.

مولوي: ها سائين بلڪل، (مون ڏانهن اشارو ڪندي) هن ڀاءُ جو تعارف؟

فاضل: هي لطيف آهي، پنهنجو ساٿي آهي (مون سان ڪڇالهائيندي، مولوي ڏانهن اشارو ڪندي) هي بہ پنهنجو دوست آهي، توهان سائس ٿوري ڪچهري ڪريو. ڏاڍو دلبر ماڻهو آهي، سندن تنظيم اسان جي اتحادي آهي.

مون کي الله هئي فاضل صاحب جي سور جي، پيٽ مون ڪانئس پڇيو تہ توهان آرام ڪيو يا نہ؟

”هي ڀاءُ اچي ويو تہ بس ڪچهري ۾ ويهجي وياسون“

ڇا جا سور، ڇا جو ڏک، ڇا ٿيندي آهي بيزاري ...

پاڻ ڪان ايڏو بي پرواه، ايڏو فراخدل، ايڏو دلير ۽ دلبر ماڻهو به ڪو ٿيندو آهي ـــ سون پنهنجي حياتيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڏٺو.

جو ڳيڙا جهان ۾، نوري ۽ ناري،
پري جن پاري، آڳ نه جهڙندي ان ري.

جو ڪڏهن ذهن جــي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ فاضل صاحب خلاف ڪيل هٺ ٺوڪي پروپيگنڊا جـو ڪو معمولي اثر به هو ته اهو هميشه لاءِ نڪري ويو. فاضل صاحب ته سچ پچ سڄو ماڻهو ثابت ٿي پيو.

مولوي صاحب کي وٺي هليو ويس ۽ فاضل صاحب کي تاڪيد به ڪير ته ڪجهه دير آرام ڪري. مولوي صاحب جا خيال خاص طرح قومي ۽ طبقاتي ظلم خلاف ڏاڍا سٺا هئا. ان وقت مون کي ويٽنام جا ٻڌ ڀڪشو پڻ ياد آيا جن ويٽنامي پورهيت پارٽي سان اتحاد ڪري هر قسم جي قومي ۽ طبقاتي ظلم خلاف ايڏو وڏو احتجاج ڪيو هو جو ويندي پنهنجي جسم کــي باهه ڏئي پاڻ کي تــه ڀسم ڪري ڇڏيائون پــر پنهنجن پوئلڳن لاءِ سامراجي دلال قسم جو ڳٽڙنـگ ڏرمي ٻاڙ ٽيڻ بـدران قومي ۽ طبقاتي ظلم خلاف انسان دوست جدوجهد جو سورهيه اهڃاڻ ٿي پيا هئا سوچيم پڻ ته اسان جي سنڌ

۾ به اهڙا اعليٰ مذهبي رهنما پيدا ٿي پون ته ڏاڍي سٺي ڳالهه چئجي.

جڏهن مولوي صاحب کي چڱي سومهڻي ڏاري موٽي آيس تڏهن فاضل صاحب ڀهرياڻين اهو پڇيو ته مون کي مناسب سنگت ڏني يا نه، ماني، پاڻي، چانهه ڪارائي پيئاري يا نه، وهنجاريو ڪيو يا نه وغيره.

آءٌ ويٺو سوچيان ته هن ماڻهو کي پنهنجي، پنهنجي سور ۽ ڦٽ جي ايتري ڳڻتي ڇو ڪونه آهي ۽ هن ڇڱي ڀلي جي ڳڻتي ڇو ويٺو ڪري!

هڪڙا ماڻهو پنهنجا سور ٻڌائي فرحت پائيندا آهن ۽ ٻيا وري ٻين جي آرام جو وڌيڪ خيال ڪندا آهن؛

جــز وڃايو جوڳين، ڪل سان آهين ڪم،
آسن جــن عدم، آءٌ نــه جيئندي ان ري.

فاضل صاحب ڏه ٻارهن ڏينهن اسپتال ۾ رهيو. مون کي ائين لڳندو هو ڄڻ ڪا اڻ ٿيئي ڀر وٽس ميڙا ۽ ڪچهرا متل آهن. ڪڏهن ڪڏهن ڪانئس پڇندو ته هوس ته طبيعت ڪيئن آهي، سور آهي يا نه. تڏهن چوندو سور ته آهي پر ان کي پاڻ ٿي ڊاڪٽر پڇندا، ڪچهري ۾ ان جو ذڪر ڪري مزو ڇو خراب ڪيون، اڻ ٻدران ٻه به چار ڪي چڱيون ڳالهيون ٿي وڃن ته

پيو چا گهرجي.

ڪڏهن ڪڏهن پوليس سختي به ڪندي هئي ۽ مان نه ڏيندي هئي. تڏهن پاڻ منهن گهنجائڻ بدران سرڪي چوندو هو ته ادا هي به پنهنجو ڪم ڪري وٺن ته پوءِ تا وري محفلون ڪيون. چوندو ويچارا ڪيڏي نه عذاب ۾ آهن، چار پنج سؤ جي نوڪريءَ لاءِ سرڪار آڏو ڪڪڙ ٿيو وينا آهن، چا هي ماڻهو ناهن، انهن کي به ڪنهن چڱي ڪم تي. لڳائجي ته ڪيترو نه سٺو ٿئي. انهن جي به ماني ٽڪي ۽ خرچيءَ جو خيال رکندو هو.

هڪ ڀيري هڪڙي ڪانفرنس ۾ ڏينهن هلي. گرمي به گهڻي هئي. ويس وهنجڻ، صابڻ ڪونه هو. فاضل صاحب ڪان صابڻ جو پڇيم. پاڻ ڪاڏي پيتي جي بلي ۾ لڳل هو پر صابڻ اچي ويو. اچا وهنجڻ جاه ۾ مس گهڙيس ته هڪدم پڇيائين ٽوال آهي؟ چيم نه ـ هڪ گهڙيءَ ۾ ٽوال به اچي پهتو. الائي ڪهڙين ڪهڙين ننڍڙين ننڍڙين ڳالهين جو به ڌيان رکندو هو، جهڙوڪر ماءُ ـ گهڻن ئي موقعن تي سندس رويو ڏسي اهو فيصلو ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پوندو هو ته فاضل صاحب هڪ سٺو پيءُ آهي يا هڪ سٺي ماءُ. هڪ سٺو پاءُ آهي يا

سٺي پيڻ، هڪ سٺو ساٿي آهي يا سٺو اڳواڻ، هڪ سٺو سياستدان آهي يا هڪ سٺو منگتي— مون تہ، ڪيس پنهنجو سڀ ڪجھہ پئي محسوس ڪيو آهي— ۽ ان سان گڏ هڪ سٺو آدرشي، سٺو انساهڪ، سٺو انقلابي ۽ سٺو انسان۔

سو سامهون ڏسا سهڻي، ساڳر پڻ سونهي،
آهي نجونهي، ڪجھہ ڪجھاندر ڳالهڙي۔
ڏئي جنگل هيڪار، صورت ساهڙ چام جي،
مک تي سٽيون ڪنهن ڪي، پري سان پتار،
ڳهڙيون ڳهڙيون ڏار، ڪاهي پيون ڪمن ۾۔

مرڪ ۽ فاضل هڪ ٻئي کان ڌار ڪري نہ ٿا سگهجن۔ مون ٻن موقعن کان سواءِ فاضل صاحب کي ڪڏهن بہ مرڪ کان وانجهو نہ ڏٺو، هڪ ڀيري هڪ ڪانفرنس ۾ ٽرانسڪايئن جي بدمعاشيءَ تي ڳالهائيندي ۽ ٻي ڀيري سنڌي هاري تحريڪ جي ٻي ڪانفرنس ۾ سامراجي دلال فوجي چاڙهن کي للڪاريندي۔ بس نہ تہ فاضل ۽ مرڪ گڏ هوندا هئا۔ ڪڏهن ڪڏهن مون کي ائين لڳندو هو تہ مرڪ کان سواءِ فاضل تي نہ ٿو سگهي ۽ فاضل کان سواءِ مرڪ تي نہ ٿي سگهي۔

١٩٧٤ع جي گرم ڏينهن جي ڳالھہ آهي۔ ڪجھہ

درستي صلاح ڪئي ته فلم جو پوئيون شو ڏسي، هنوا
سيندا ۽ ڳالهيون ڪندا ڄامشوري هلنداسون. اتفاق
سان انهن ڏينهن ۾ "ڏاڙيلن" سبب پوليس ڏاڍي چوڪس
هئي جنهن اسان جي شهر ۾، زندگي وجهي "حڪم"
ڪيو ته ڪنهن بس تي هليا وڃون. ڪراچي ويندڙ
ڪنهن به بس ڪونه پڻي ڪنيو. رات جا ٻه تي ويا ۽
سان پنهنجي ڪالونيءَ ۾ بيٺا ترڪن ۽ بسن ڪني هٿ
ڏئي رهيا هئاسون. اوچتو ذهن ۾ خيال آيو ته فاضل
صاحب کي چونه ڇڪجي. نيٺ وڃي سندس گهر جي
در جو ڪڙو ڪڙڪايو. ڪپڙا ڳهنجل هئس پر تازو
نوانو ايترو جلد ڪ هاڻي وڃجي ويٺو هجي. ڪيس صورتحال
ٻڌايو. چيائين تورو ترسو ته ڪار جي ڪنجي ڪڍي
اچان. ڄامشوري ڦاٽڪ وٽ سائس حجت ڪئي سون
ته چانهه پي پوءِ موٽي وڃي. چانهه وٺي پيتي ته جساف
جا ڪجهه ڪارڪن به اچي اتي سهڙيا. فاضل صاحب
سان ڪا پراڻي سڃاڻپ هئن. ڪچهريءَ ۾ ويهجي
وياسون تان جو صبح جا ساڍا چار تي ويا. ٻاهر نڪري
آيا ته پر زور ڪيائين ته توهان جي هاسٽل پري آهي
هلو ته ڇڏي اچانو. گاڏيءَ ۾ مون ڪانئس پڇيو ته
توهان انهن جساف وارن کي ڪيئن سڃاتو؟ چيائين ته

اهي به اسان جا پائر آهن، اهي به سنڌي ماڻهو آهن، اڄ نه ته سڀاڻي، اهي به اسان جا اتحادي ٿي پوندا. اسان کي سڀني سنڌي ماڻهن جو اتحاد ڪرڻو آهي. مون چيو ته اهي اتحاد نه ڪوندا تا ڪن، اسين انهن ڌانهن اتحاد لاءِ ويا هئاسون. چيائين پرواه ناهي، سنڌي ماڻهن جو اڳي پوءِ اتحاد ٿيڻو آهي.

سنڄي رات جو اوجاڳو، صبح جا پنج ٿي ويا هئا پر فاضل پنهنجي مرڪ سميت ساڳيو ڏسي تازو، توانو ۽ قوت ڀريو هو. مون پنهنجي فاضل صاحب سان گڏ گذاريل گهڙين ۾ ڪڏهن به کيس ٿڪل ۽ مايوس نه ڏٺو.

سو ذڪر پئي ڪيم اسپتال سان ڳنڍيل سندس جيل وڃڻ جو. پاڻ اڃا جيل ۾ ئي هو جو عوامي تحريڪ جي اڳواڻ سائين جي. ايم. سيد ۽ ڪاپي ڏر جي مختلف تنظيمن ڏانهن اتحاد لاءِ وري نئين سر پنڌ ڪرڻ شروع ڪيا هئا. جي. ايم. سيد وري به اتحاد ڪان انڪار ڪري ڇڏيو.

صحافين ويلي تياريون ڪيون ته پريس تي پابنديءَ خلاف ڪجهه نه ڪجهه ٿيڻ گهرجي. ٢٠ جولاءِ ٧٨ع تي عوامي جدوجهد ڪاميٽي جي نگهباني هيٺ لانڍي

۾ هڪ ميڙ ڪوٺايو ويو. ان جلسي جو مهمان خاص سنڌي هاري تحريڪ جي ڪنوينر کي ڪيو ويو. ان جلسي ۾ مارشل لا جي سماجي پابندين، صحافت تي پابندين، هارين جي بيدخلي، مزدورن جي ڇانٽي ۽ گرفتارين وغيره خلاف ٺهراءُ پاس ڪيا ويا ۽ ارادو ظاهر ڪيو ويو، ته جيڪڏهن انهن مقصدن لاءِ جدوجهد هلائڻي ورتي ته عوامي تحريڪ ۽ سنڌي هاري تحريڪ به ان ۾ حصو وٺنديون.

۱۸ جولاءِ ۱۹۸۰ع تي ڪراچيءَ ۾ صحافين جي تنظيمن پاران هڪ جلسو ٿيو جنهن ۾ عوامي تحريڪ، سنڌي هاري تحريڪ جا نمائندا به شريڪ ٿيا. ان اجلاس ۾ رسالن، اخبارن ۽ ڪتابن تي پول پابندين ۽ پريس اينڊ پبليڪيشن سميت سمورا ڪارا قانون ختم ڪرڻ وغيره بابت ٺهراءُ پاس ڪيا ويا.

اينڪ ۽ يو. ايف. يو. جي سان گڏوگڏ عوامي جدوجهد ڪاميٽي پاران صحافت جي آزادي ۽ مزدورن، هارين ۽ شاگردن جي گڏيل مطالبن لاءِ ڪراچيءَ ۾ احتجاجي مهم هلائڻي ورتي جنهن ۾ پهرين آگسٽ ۱۹۸۰ع کان وٺي سنڌي هاري تحريڪ به شامل ٿي وئي.

سنڌي هارين جي شموليت سبب به ڪم ٿيا. هڪ ته حڪومت جي پابندين ۽ رهزنين خلاف هڪ سگهاري

قوت هن جدوجهد ۾ شامل ٿي وئي ۽ اها وڏيڪ ڀرپور نموني سان ٿيڻ لڳي ۽ پهو ته حڪومت ڀوڪرجي به به وئي ته مچر جي اڳهاڙي تشدد تي به لهي آئي، ائين لڳندو هو ته چڻڪ پوليس گرفتاري ڏيندڙ سنڌي هارين کان پنهنجن وڏن جو پلاند وٺندي هجي.

فاضل صاحب جيل ۾ هو پر سنڌي عوام ۽ ان جي جدوجهد کان ڪٽجي رهڻ سندس وڙ ئي ڪونه هو. پاڻ اتان ئي پنهنجي وڏي پٽ محمد صديق راهو کي سنڌي هاري تحريڪ جو ساٿ ڏيڻ ۽ ان جدوجهد ۾ وڏي چڙهي حصو وٺڻ جي تاڪيد ڪيائين، حقيقت ۾ صحافت ۽ پريس جهڙي آزادي ۽ جي سڀ کان وڏيڪ گهرج پورهيت عوام کي آهي ۽ انهن جي فائدن لاءِ ئي ڪراچيءَ گهرجي، محمد صديق راهو پاڻ به گرفتاري ڏني هئي. پوليس ۽ فوج سنڌي ماڻهن سان هڪ قسم جو تشدد ڀريو ۽ سختيءَ وارو رويو پئي رکيو ته پنجابي-پناهگير صحافين ڏانهن بي قسم جو، نرم ۽ هلڪو بلڪل ائين جيئن پليجي صاحب، فاضل صاحب ۽ ٻين عوامي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن جي نظربندي ته جيل ۾ ٿيندي آهي پر ساڳي ئي ڏوهه هيٺ جاگيردار، پنجابي ۽ پناهگير رهنمائن جي نظربندي سندن گهر يا ايئرڪنڊيشنڊ

ٻنگلن ۾ ٿيندي آهي.

جيل ۾، محمد صديق راهو کي آگسٽ مهيني ۾ تيز اس هوندي به ڪلهن تائين هڪ کڏي ۾ پوري ڇڏيو ويو. ضروري آڏي پڇا ڪئي ويندي هئي. هڪ پوڙهي ۽ ڏيري هاري پير بخش ڪرمتيءَ کي ريگل چوڪ تي ٿي ڏهن ڇٽن سندس اڇي ڏاڙهي ڪان جهلي مڪون، ٺڏون ۽ لتيون هنيون رت ۾ ڳاڙهو ڪري قانون جي حفاظت ۽ عوام جي خدمت وارو فرض پورو ڪيو ته به هي پوڙهو مجاهد نعرا هڻي ۽ آخرين سانس سوڀ جي نشان ڏيکاري رهيو هو. اسماعيل ادامي کي ٻين عذابن مان ڪڏ بجليءَ جون شاڪون به ڏنيون ويون. وغيره.

سنڌي هارين جي سورهيائي، سرويچي، سمجهه، ساڃاهه سيبتائي ۽ ضابطو ڏسي جيل ۾ هتون هاري ويٺل صحافي به ٺڏون ولولو ۽ جوش محسوس ڪرڻ لڳندا هئا.

هنج مڙيوئي هنج، ميرو منهنجن نه ڪو،
جتي رهن سنجهه، سو سر ڪين سرهو.

فاضل صاحب جيل مان آزاد ٿي آيو، سور ۽ قٽ پنهنجي جاءِ تي، فاضل لڳي ويو تنظيمي ڪم ڪار ۾ پيچ ٻڪ ڪيو- ساڳيو فاضل، ساڳي مرڪ، ساڳيا ٽهڪ ساڳيون بي پرواهيون، ساڳيو تنظيمي ڪم ساڳي

اورچ، تازو، توانو، پرپور ۽ پلو ماڻهو.

فاضل صاحب کي ڪڏهن به ٿڪل، مايوس، ويڳاڻو ۽ وياڪل نه ڏٺو ويو. ڪهڙو به مسئلو هجي، ڪهڙي به ڳالهه هجي، ڪيڏو به ڏکيو ڪم هجي، پلي بظاهر ناممڪن لڳندو هجي پر فاضل صاحب وٽ پهتو ته مرڪي چوندو، ”ٿي ويندو“. هن وٽ جٽڪ مسئلن کي حل ڪرڻ جي وڏي ڪا آٽو ميٽڪ فيڪٽري لڳل هجي، تجربي ثابت ڪيو ته جڏهن فاضل صاحب چوي ”ٿي ويندو“ ـــ معني ٿي ويندو، ان ۾ ڪابه لچڪ، ڪوبه شڪ، ڪنهن به گمان جي گنجائش ئي ڪونهي.

١٩٧٦ع ۾ ئي، ساڄي ڌر جي تنظيمن ۾ هڪ ٻئي سان ۽ کابي ڌر جي تنظيمن ۾ هڪ ٻئي سان اتحاد ڪرڻ جو لاڙو وڌي ويو هو. ساڄي ڌر ته ”پاڪستان قومي اتحاد“ جي نالي همٿ ٻڌي ڪري وکوڙ ڪرڻ کي لڳي وئي. هن اتحاد ۾ گهڻيون رجعت پرست ۽ نج سامراجي دلال تنظيمون هيون. عالمي سامراج ۽ دنيا جي سيني سامراجي قوتن سندن مدد ڪئي ڪئي. ان جي نتيجي ۾ اقتدار تي سامراجي چاڙتي فوجي حڪومت اچي قبضو ڪيو ۽ جماعت اسلامي جهڙيون اڳهاڙيون عوام دشمن فسطائي تنظيمون عادت مرجب چور دروازي

ڪان اقتدار جي ڪرسيءَ کي چنبڙي پيون. ترقي پسندي جي هام هڻندڙ تنظيمن ۾ به اتحاد ڏانهن لاڙو وڌندو ويئي رهيو. انهن ۾ هڪ ئي جي مؤقف کي جاچڻ، ڏسڻ پرکڻ ۽ پرجهڻ جو سلسلو جاري ٿي ويو هو ۽ نيٺ هڪ اتحاد لاءِ ماحول ٺهي آيو جنهن جو ڪجهه تنظيمن نالو رکيو "عوامي جمهوري اتحاد".

عوامي تحريڪ اهڙي عمل کي ساراهه جي نگاهه سان ڏٺو ۽ اعلان ڪيو ته جيڪڏهن ان جو پروگرام هتي جي مظلوم قومن ۽ عوام جي دائمي مفادن ۾ ڏٺو ويو ته پاڻ هن اتحاد ۾ خوشيءَ سان شريڪ ٿيندي.

عوامي تحريڪ وٽ به ان اتحاد پاران سڏ پهتو پر جيئن ته ان جي پڌرنامي ۾ قومي مسئلي کي نظرانداز ڪيو ويو هو تنهنڪري عوامي تحريڪ في الحال ان ۾ مبصر طور شريڪ ٿي ۽ آڇ ڪيائين ته جيڪڏهن اتحاد ۾ شامل تنظيمون قومي مسئلي تي صحيح انقلابي مؤقف اختيار ڪن ته عوامي تحريڪ باقاعدي ميمبر طور شريڪ ٿيڻ لاءِ تيار هوندي.

ان اتحاد کي وڌائڻ ۽ ڪارائتو ناهڻ جي سلسلي ۾ ڪيتريون ڏسي گڏجاڻيون ٿيون. عوامي تحريڪ پنهنجي قومي مؤقف کي سمجهائڻ ۽ مڃائڻ جي ڪوشش

ڪندي رهي. ١٩٢٨ع ۾ لاهور ۾ اتحاد جي گڏجاڻي ٿي جنهن ۾ عوامي تحريڪ قومي مسئلي تي پنهنجو مؤقف لکت ۾ پيش ڪيو. ان ڪان پوءِ به عوامي تحريڪ جو مؤقف قبول نه ڪيو ويو جنهن ڪري عوامي تحريڪ اتحاد ۾ شامل نه ٿي پر ان "عوامي جمهوري اتحاد" کي پڪ ڏياري ته جيڪڏهن فوجي ڊڪٽيٽري، سامراج ۽ طبقاتي ڦرلٽ خلاف يا مظلوم قومن جي فائدي واري ڪا به جدوجهد هلائي وئي ته عوامي تحريڪ اتحاد جي ميمبر نه هوندي به ڪليءَ دل سان اهڙي جدوجهد جو ساٿ ڏيندي.

اتحاد جي ڪانفرنس ٻي ڏينهن تي رکيل هئي جنهن جي نتيجن تائين عوامي تحريڪ کي نرسيءَ جو چيو ويو ۽ پڪ ڏني وئي ته ان ڪانفرنس ۾ قومي مسئلي کي پيش ڪيو ويندو. عوامي تحريڪ واري لکت بدران قومي مسئلي تي هيءُ فارمولا رکيو ويو ته "هيءُ اتحاد هڪ اهڙو وفاقي آئين ناهيندو جنهن ۾ شامل سمورن صوبن ۽ انهن ۾ رهندڙ قوميتن کي هڪ جهڙا حق هجن وفاق ۾ شامل سمورين قوميتن جي تهذيبن، ثقافتن ۽ ٻولين جو تحفظ ڪيو ويندو. پوئتي پيل تهذيبن، ثقافتن ۽ ٻولين جي واڌاري ۽ ترقيءَ ڏانهن خاص ڌيان ڏنو

ويندو، قوميتن تـي ڏاڍ، جبر ۽ بالادستيءَ جـي خلاف جدوجهد ڪئي ويندي ۽ قومي جبر ۽ بالا دستيءَ جو خاتمو آندو ويندو، قومين جـي خلاف قانون رد ڪيو ويندو“.

عوامي جمهوري اتحاد جي مڪمل ڪانفرنس اهـا فارمولا يڪراه منظور ڪئي. سوچ ويچار ڪـان پوءِ عوامي تحريڪ به اتحاد ۾ ميمبر طور شامل ٿيڻ جـو فيصلو ڪيو. تڏهن به عوامي تحريڪ پنهنجو اهو مؤقف واضع ڪيو تہ هوءَ پنهنجي تنظيمي پليٽ فارم تان قومي سوال ڪي پرپور ۽ اصولي نموني ڪئندي ۽ پيش ڪندي رهندي جيئن اهـو ڪئڻ ۽ پيش ڪرڻ گهرجـي يعني قومي خوداراديت جي حق- هرقوم لاءِ سياسي طرح ڌار ٿيڻ، پنهنجي پسند جي رياست ناهڻ ۽ ڪنهن بہ ٻي رياست سان ڳنڍجڻ جـي حق لاءِ جدوجهد ڪندي رهندي.

اراه ظاهر ڪيو ويو تہ هن اتحاد ۾ ٻيون رهجي ويل تنظيمون شامل ڪرڻ ۽ اتحاد جـي دائري ڪـي وسيع ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي ويندي.

ڪجهہ ڏينهن ۾ بہ اهم واقعا ٿيا. پهريون تہ ڪابي ڌر جي هڪ اهم تنظيم مزدور ڪسان پارٽي ٻچڻ ڏولن

۾ ورهائجي ويئي، ١- افضل بنگش ٽولو، ٢- ميجر اسحاق ٽولو، ٣- امتياز عالم ٽولو ۽ ٤- شير علي باچا ٽولو. اتحاد جو سيڪريٽري افضل بنگش هو ۽ ان جي حق ۾ ووٽ به ڪيو هو ۽ رکيو ان ڪري ته سندس واسطو ڪنهن قدر مظلوم قوم سان هو پر هاڻي، ڌڙابندي ٿيڻ کان پوءِ خاص طرح شير علي باچا خلاف سخت مورچو بڌي ويٺو. پيو ته ڪجهه ڪڙنگ جهونين خود غرض ۽ نيڪيدار تنظيمن جي اڳواڻن اتحاد تي پنهنجي هڪ هٿي جمائڻ پئي چاهي، انهن ڪنهن ٻي تنظيم کي اتحاد ۾ شامل ڪرڻ کان لنوايو پئي ۽. ان ڪم ۾ افضل بنگش کي پنهنجي اثر جيئت آڻي وياه ان ڪري اتحاد جي ڏنچي ۾ ڏاڙون پوڻ لڳيون.

خاص طرح معراج محمد خان، امتياز عالم ۽ شير علي باچا وغيره جي اتحاد ۾ شموليت تي تڏو پيدا ٿي پيو جنهن ڪري عوامي تحريڪ ۽ ڪجهه ٻين تنظيمن اتحاد جو بائڪاٽ ڪيو. عوامي تحريڪ کي مرڪزي نائب صدر ۽ سنڌ جي صدارت جا عهدا به آڇيا ويا پر عوامي تحريڪ انڪار ڪري ڇڏيو.

اسان جي تنظيم جي هميشه خواهش رهي آهي ته قومي، طبقاتي، سامراج دشمن ۽ جمهوري (جاگيردار-

سرمائيدار "جمهوري" ڊڪٽيٽري ۽ فوجي ڊڪٽيٽري خلاف) جهڙن اهم مسئلن تي اتحاد ٿئي ۽ هلچل هلي نه اهو ڪم سنڌي عوام جي ٿئي نه پر سڀني مظلوم قومن ۽ مظلوم طبقن جي مفاد ۾ آهي، ويندي ظالم قوم ۽ ظالم ٽولي جي پورهيتن جي دائمي مفادن ۾ به آهي. اتحاد ٿيڻ ته انهن ڇهن اهم نڪتن تي گهرجي ۽ جيڪڏهن ڪابه اهڙي تنظيم هجي جيڪا سچائي ۽ سان بااصول نموني اهي چارئي مؤقف ڪئي ته اسين فخر سان ساڻس گڏ يا سندس ڪڍ هلڻ لاءِ تيار آهيون. جيڪڏهن نه ته به ٽن، ٻن يا هڪ ئي نڪتي تي اتحاد ٿئي ته به ڀلو.

سڄي پاڪستان ۾ عوامي تحريڪ کان سواءِ اهڙي ڪابه تنظيم نه هئي جيڪا انهن سڀني نڪتن تي بااصول نموني جدوجهد ڪرڻ لاءِ تيار هجي (۽ هاڻي اي- اين- پي کان سواءِ ٻي ڪابه اهڙي تنظيم نه آهي) تنهنڪري لڳ ڀڳ هر مورچي تي ڌار ڌار ۽ هر هڪ مورچي تي ڪيترائي اتحاد ڪرڻا پئجي ويا. قومي جدوجهد جي ڳالهه جي- ايم- سيد ڪئي پئي تنهنڪري هر ٻي ٽين مهيني پليجو صاحب، فاضل صاحب يا اسان جي تنظيم جا ڪي نه ڪي ٻيا اڳواڻ جي- ايم- سيد ڏانهن قومي مسئلن تي اتحاد ڪرڻ لاءِ پنڌ ڪندا رهندا هئا

پر پاڻ ملڪ مٿان ڇانيل مصيبت جي ڏينهن ۾ گهرن اندر بند ٿي ويهي لڪن پڙهن جو افلاطوني قول ۽ سنڌ ۾ بي ڪنهن به تنظيم کي تسليم نه ڪرڻ جو احوال پڌائي لنواٽيندو رهندو هو. جنهن تہ جدوجهد مصيبت جي ڏينهن ۾ ئي ٿيندي آهي ۽ ٿيڻ گهرجي- سک جي ڏينهن ۾ جدوجهد هلائبي آهي ڇا؟ ڇا مطلب آهي سک جي ڏينهن ۾ جدوجهد هلائڻ جو؟ پوءِ هي جيڪا سنڌ مٿان ڌارين جي مصيبت ڇانيل آهي اُن خلاف ڇمبو تہ جدوجهد نہ ٿيندي؟ پوءِ ڇمبو تہ رکيو ڏٺا ۽ آسرا آهن قومي جدوجهد جا!

سنڌ ۾ بي ڪابہ اهڙي تنظيم نہ هئي جيڪا قومي يا طبقاتي يا جمهوري يا سامراج دشمن يا ٻن ٽن نڪتن تي اتحاد ڪرڻ لائق هجي. هن پاسي عوامي جمهوري اتحاد بي اثر ٿي پيو هو. جن تنظيمن اڃا بہ ارادو پٺي ڏيکاريو تہ اهي اڃا بہ ڪجهہ وڌيڪ ۽ خاص طرح مظلوم قومن جي خودارادي جي حق لاءِ اتحاد ڪرڻ تي تيار آهن انهن جي هڪ گڏجاڻي حيدرآباد ۾ رکي وئي.

عوامي تحريڪ ميزبان هئي. ٻارهن پين تنظيمن جا نمائندا گڏ ٿيا. فاضل صاحب بہ موجود هو ۽ ماني پاڻي

جي بلي ۾ رڌل هو، بڌڻ ۾ ته فاضل صاحب اڪثر
ڪري وڃي، لڪڻ، ڦڙهڻ ۽ ڳالهائڻ وارن ڪمن ڪان
لهرائيندو آهي باقي ٻيو ڪهڙو به ڳرو ڪم رکوس
ڪنجهندو ڪونه. چاليهارو ڪسن ماٺهو هئا ۽ ٻه ڏينهن
۽ هڪ رات ٽڪيا، سڀ ڪجهه پڻي ٿيو ۽ ٿي ويو.

منجهند جو ساڍي ٻاري وقت ۾ ڪهڻن مهمانن کي
شاه لطيف جو رسالو، جيڪو شيخ اياز اردو ۾ ترجمو
ڪيو آهي، سو کڻي ڪري ڏنو ويو. تي اڳواڻ هئا
مختلف تنظيمن جا جن کي پليجي صاحب ڪجهه چوند
بيت پڙهي پڻي سمجهايا، اهي هر بيت جي معني ۽
مفهوم تي حيران ۽ راڻا پڻي ٿيا، اچا، شاه لطيف جي
شعرن ۾ ايڏي معني ۽ گهرائي آهي، اڇا شاه لطيف
ايڻي چيو آهي، اڇا شاه لطيف اهو سبق ڏنو آهي،
پليجو صاحب تو هان ته ڏاڍا ڀاڳن وارا آهيو جو
شاه لطيف جهڙو اعلي پائي جو شاعر اوهان
وٽ موجود آهي ۽ توهان ان کي سنڀاليو پيا اچو، اسان
ته پنهنجن شاعرن کي وساري ويهي رهيا آهيون، حق
تي ته توهان وٽ ايڏو انقلابي شعور ۽ قومي جذبو موجود
آهي.... وقت سر پليجو صاحب کين سلطان باهو، وارث
شاه ۽ ٻين جي شعرن جو حوالو ڏئي ويني اهو سمجهايو

۽ قومي جدوجهد کي ڪيئن پنهنجي روحاني ۽ تاريخي ورثي جي گهراين ۾ عوام جي دلين مان اثاري، اپاري سگهجي ٿو.

بين ته چا بس سمجهيو پر مون کي چڱيءَ طرح احساس ٿيو ته جيستائين اسان سنڌي ماڻهن شاه لطيف کي سٺي نموني نه پڙهيو، نه سمجهيو، نه پروڙيو ۽ نه پرکيو آهي تيستائين اسين نه جهڙوڪر سياسي ۽ روحاني طرح رڻ جا راهي آهيون. حقيقت ۾ شاه لطيف ڪي پڙهڻ ۽ سمجهڻ جو شوق ئي پوءِ پيدا ٿيو.

سچي ڪچهريءَ ۾ ٿي چڪ کو ڪاسڻ چانئجي ويو هجي، دنيا ئي پي پٺي نظر آئي لطيف جي هڪ انقلابي دنيا. فاضل صاحب به ان ڪچهري ۾ موجود هو. ڏسي، مرڪي چيائين ڏي خبر، اچي ٿي ڪا ڳالهه سمجهه ۾؟

مرڪندڙ فاضل، اکين ۾ روشني ڏياٿيون، ٻهڪندڙ، جهاڪندڙ پروسو سپليجي صاحب هڪ سياسي ڪارڪن ۽ اڳواڻ جي گڏن کي به شاه لطيف جي بيتن جي روشني ۾ بيان ڪيو هو، مون کي ائين لڳو ڄڻڪ شاه لطيف جيڪي پنهنجن ڪاهوڙين، گاروڙين، سورمن ۽ سرواڻن جا گڻ بيان ڪيا آهن اهي سڀ مڙئي، مجسم ٿي فاضل ٿي پيا آهن ۽ پليجي صاحب

فاضل جي ڪتن کي لطيف سائين جي بيتن وسيلي بيان ڪيو هجي.

ٻارهن مهمان تنظيمن مان ٻه چار تنظيمون ”عوامي جمهوري اتحاد“ جون ميمبر هيون. جڏهن ته عملي طرح اتحاد تي هڪهتي ڇهه ڏي وينل ڪل ڇهه وڃي بچيون هيون، جن مان هڪ تنظيم حبيب جالب جي ڪاغذي پارٽي هئي ۽ اها رڳو ووٽ وڌائڻ لاءِ ڏاهي وئي هئي- جڏهن ته سچي پچي ڪل هڪ ماڻهو هئي- اڪيوان ٻه اهو ته ڪارڪن ٻه اهو ۽ ميمبر ٻه حبيب جالب پاڻ.

اتحاد جي ميمبر پنجن تنظيمن (عوامي تحريڪ سميت) ڪڏيل راهه سان هڪ خط تيار ڪيو جنهن ۾ عوامي جمهوري اتحاد تي هڪ هٿي ڄمائڻ وارن کي چيو ويو ته اتحاد جي وسيع مفادن خاطر معاملي تي ٻيهر غور ڪيو وڃي، سنڌي هاري تحريڪ (ان وقت ڪميٽي) ۽ ٻين سرگرم تنظيمن کي به ان اتحاد ۾ شامل ڪيو وڃي ۽ پوءِ چونڊون ڪرائي اتحاد جي هڪڙي صحيح قسم جي تنظيم ڏاهي وڃي. پنجن ئي تنظيمن خط تي صحيحون ڪري عوامي جمهوري اتحاد ڌانهن ڏياري موڪليو. فيصلو ڪيو ويو ته جيڪڏهن ان خط جو مناسب جواب مليو نه پنج ئي تنظيمون

اتحاد کان استعيفي ڏيندين ۽ هڪ نئون اتحاد ٺاهيو ويندو جنهن جي منشور جو ابتدائي مسودو ڊاڪٽر اعزاز نذير (اين- پي- پي) لکندو.

ٻهرين ڊسمبر ٧٨ع تي لاهور ۾ گڏجاڻي ٿي جنهن ۾ اين- پي- پي (اعزاز نذير) ۽ قومي محاذ آزادي (معراج) تنظيمون نه آيون. موڪليل خط جي جواب ۾ عوامي جمهوري اتحاد جي گڏجاڻيءَ کان پوءِ تيار ٿيل سيڪريٽري جو جوابي خط پڙهيو ويو جنهن ۾ هنن پنجن تنظيمن جي گهرن کي رد ڪيو ويو ۽ رهندو چيو ويو ته اهڙن مطالبن تان هٿ کڻو نه ته توهان کي به ڪڍيو ويندو. عوامي جمهوري اتحاد جي ان گڏجاڻي ۾ مبصر طور پنجاب جمهوري فرنٽ ۽ پنجاب ليبر فرنٽ جا وفد به ويا هئا جن پڻ رپورٽ ڏيندي پڻ ساڳي ڳالهه ٻڌائي- ٻي پاسي عوامي جمهوري اتحاد ۾ باقي بچيل ڇهه ئي تنظيمون، اتحاد ۾ گڏ هوندي به، هڪ ٻي خلاف سازشون ڪرڻ لڳيون هيون.

ان ڪري هڪ تنظيم (پنجاب ليبر فرنٽ- رفعت پاپا) کان سواءِ باقي سڀني آيل تنظيمن فيصلو ڪيو ته عوامي جمهوري اتحاد، جيڪو عملي طرح ٽوٽ ڦوٽ ۾ پئجي بي اثر ٿي ويو آهي، ڇڏي هڪ نئون اتحاد

ٿاهيو وڃي— ان ٽئين اتحاد جو نالو رکيو ويو پاڪستان عوامي تحريڪ ـ عوامي تحريڪ ۽ سنڌي هاري تحريڪ ان نالي جي مخالفت ڪئي پر ٻهراڪثريت جو جمهوري فيصلو مڃڻو پيو.

٣ـ ڊسمبر ٨٧ع تي ٧٨٦ هوٽل لاهور ۾ پاڪستان عوامي تحريڪ جي ٽئين چونڊيل سيڪريٽري جنرل رسول بخش پليجي هڪ وڏي پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪيو. هن پريس ڪانفرنس ۾ لڳ ڀڳ سڀني اخبارن ۽ رسالن جا نمائندا، اتحاد ۾ شامل سڀني تنظيمن جا اڳواڻ ۽ ڪجهه شاگرد تنظيمن جا وفد اچي گڏ ٿيا هئا. جڏهن پليجي صاحب پريس رليز پڙهيو، جنهن ۾ فوجي ڊڪٽيٽري ختم ڪرڻ، مارشل لا هٽائڻ، فوجن جي بيرڪن ۾ موٽي وڃڻ، چونڊون ڪرائڻ ۽ اقتدار چونڊيل نمائندن جي حوالي ڪرڻ، عوام جا بنيادي جمهوري حق بحال ڪرڻ، سياسي قيدين کي آزاد ڪرڻ سنڌ ۽ بلوچستان جون قبايلي زمينون سنڌين ۽ بلوچن کي موٽائي ڏيڻ، افغانستان جي جمهوري حڪومت خلاف ٿيندڙ سازشون بند ڪرڻ ۽ ٻيا مطالبا شامل هئا تڏهن خاص طرح رجعت پرست اخبارن ۽ رسالن جا نمائندا تپي ڪارا ٿي ويا ۽ سوال جواب جي وقفي ۾ انهن پليجي صاحب کان سوال نه پڇي ڪيو پر چٽڪ

ڪيس گولي پئي هنئي.

هڪڙي رجعت پرست اسلام جي ”اصلي تي وڏي“ ٺيڪيدار اخبار جي نمائندي ته اهو به چيو ته ڪافرن جي ڪهڙي ڇاتي پيٽ جي. ان ٽي نمائندي چٽڪ ڪاري وار ڪندي ته ”جناب توهان تي الزام آهي ته، توهان جو ڪڏهن نه ڪڏهن جيئي سنڌ وارن سان به واسطو ضرور رهيو هوندو؟“

”نه رڳو واسطو رهيو آهي پر آءٌ ان تحريڪ جي بنيادي ڪارڪنن مان آهيان ۽ اهو الزام نه پر اعزاز ٿو سمجهان ته اسان جي سنڌي عوامي تحريڪ سنڌ جي ماڻهن جي صحيح ۽ باعزت نموني جيئڻ جي حق لاءِ لڙڻ واري تنظيم آهي ۽ هر دور ۾ سنڌي ماڻهن جي جدوجهد جي پهرين صف ۾ شامل رهندي آئي آهي. ”پاڪستان عوامي تحريڪ“ ۾ اسان جي شامل ٿيڻ جو هڪڙو مکيه مقصد آهي ٿي اهو ته اسين سمجهون ٿا ته ائين ڪرڻ سان سنڌي ماڻهن جي پنهنجن حقن حاصل ڪرڻ جي جدوجهد کي وڏي هٿي ملندي.“

سوين قيمتن جا سوال هئا ۽ هر سال جو مقصد هر طرح اهو هو ته ڪنهن نه ڪنهن نموني پليجي صاحب کي ڪنهن اهڙي لفظي اشڪنجي ۾ ڦاسائجي جو هو

لاهور ۾ ڏي گرفتار ٿي پئي. هڪ صحافي اهو به سوال
ڪيو ته ”جناب، ڇٽبو ته توهين پنجابين ۽ مهاجرن
کي سنڌ مان تڙي ڪيڻ ٿا چاهيو؟“

”اسين سمجهون ٿا ته سنڌ تي حق رکو سنڌين
جو آهي سنڌ جو هڪ هڪ انچ سنڌين جو آهي ۽ ان
تي ڪنهن جو به قبضو جائز نه آهي.“

سوال: ڇٽبو ته توهين سنڌ جي خالي زمين تي به ڪنهن
کي ويهڻ نه ڏيندؤ؟

جواب: آءٌ چوان ٿو ته سنڌ جي هر هڪ انچ تي
سنڌين جو حق آهي. ٻيو، توهان ڪيئن ٿا چئو ته سنڌ
جي زمين خالي پئي آهي؟ سنڌ اسان جي آهي ۽ ڪنهن
به ٻي کي ان ۾ دخل اندازي ڪرڻ جو ڪوبه حق نه
آهي. ائين ته پنجاب ۾ به هزارين ڪينال زمين خالي
پئي آهي، ان ڪري ڇا اسان کي اهو حق ٿسي پيو
سين اچي ان تي قبضو ڪيون؟

سوال: ڇٽبو ته توهين پنجابين ۽ مهاجرن کي سنڌ
مان ڪيڻ ٿا گهرو؟

جواب: آءٌ چوان ٿو سنڌ جو هر هڪ انچ سنڌين
جو آهي.... هو پنهنجي سوال تي ۽ پليجو صاحب پنهنجي
جواب تي، نيٺ ڪنهن وچ ۾ ٻيو سوال ڪيو ۽ تڏهن

وڃي اهو چار پنج پيرا پڇيل سوال ۽ ڏنل جواب بند ٿيو.

(اهائي ساڳي صورتحال پليجي صاحب جي ٨٦ع واري پنجاب جي دوري هلندي به ورجائي وئي ۽ پليجي صاحب جو به ساڳيو ئي جواب — سنڌ سنڌين جي آهي. سنڌ جي هرهڪ انچ ۽ گاهه جي هرتيلي تي رڳو سنڌين جو حق آهي. اسين چئون ٿا ته پنجاب جي زمين جو هرهڪ انچ ۽ گاهه جو هر تيلو پنجابين جو آهي، سرحد جي زمين جو هرهڪ انچ ۽ گاهه جو هر تيلو پٺاڻن جو آهي، بلوچستان جي زمين جو هرهڪ انچ ۽ گاهه جوهر تيلو بلوچن جو آهي ۽ اهڙيءَ طرح سنڌ جو هرهڪ انچ ۽ گاهه جو هر تيلو سنڌين جو آهي. اهو سنڌين جو حق آهي ۽ اهو مڃڻو پوندو - )

پاڪستان جي ٽيهن سالن جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ڪابي ڏر جي ڪجهه تنظيمن مظلوم قومن جي وجود کي سواءِ ڪنهن اگر مگر ۽ چوڻڪ چنانچه جي ۽ کليل لفظن ۾ مڃيو ۽ مظلوم قومن جي جدوجهد کي جائز سمجهيو. عوامي تحريڪ ئي هئي جنهن کابي ڌر جي اتحاد لاءِ هڪڙو نوس ۽ سائنسي بنياد اڏڻ جو تاريخي ڪردار نڀايو.

پاڻ‌جو صاحب موتي وري به جي. ايم. سيد وٽ ويو ۽ کيس قومي مسئلن تي اتحاد ڪرڻ لاءِ قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو ۽ جي. ايم. سيد جو به ساڳيو ئي پراڻو جواب.

انهيءَ عرصي ۾ فاضل صاحب گهٽي ڪان گهڻو وقت سنڌي هاري تحريڪ جي تنظيمي مضبوطي ۽ واڌاري لاءِ جتن ڪندو رهيو. سنڌ جو ڪهڙو علائقو آهي جنهن ۾ فاضل صاحب جي پيرن جا رند نه هجن. مون کي ان وقت تائين ڪاتو ڪو نه هو ته سنڌي هاري تحريڪ سنڌ جي ڪهڙن ڪهڙن ۽ ڪيترن علائقن ۾ ڪيڏي پکڙيل آهي. ٺٽي، بدين، ٿرپارڪر، ڪراچيءَ جي پسگردائي، حيدرآباد، دادو، لاڙڪاڻو، نواب شاهه، سانگهڙ، سکر ۽ جيڪب آباد (خيرپور ۾ اڃا وڃي نه سگهيس) جي سوين ڳوٺن ۽ شهرن ۾ هزارين ماڻهو هئا جن جون ڳالهيون ٻڌي ۽ انهن جو جذبو، جوش، پيار ۽ پنهنجائپ ڏسي مون کي ائين محسوس ٿيندو هو ته پليجي صاحب ۽ فاضل صاحب جي عاشقن ۽ سنڌي عوام جي چوڻڪاري واري جدوجهد لاءِ پنهنجو سر به گهوري ڇڏڻ وارن جو ته ڪو انت ئي ڪونهي. فاضل صاحب جهڙي ڪمر پوري هجي، سوچ جو صحيح ڪاتو سنڌي عوام وٽ وڃڻ کان پوءِ ئي ٿي سگهي ٿو.

ڪڏهن ڪڏهن اهو به سوچڻ لڳندو هوس ته سنڌ جي اهـا بي کهڙي تنظيم آهي جنهن سنڌي عوام ۾ ايڏي سياسي سجاڳي ۽ تنظيم پيدا ڪئي هجي جـو پنهنجن ننڍن وڏن ڦڏن فسادن جونبيرو سرڪاري ڪورٽن بدران پنهنجي عوامي عدالتن ۾ ڪندا هجن ۽ پاڻ وينا سياست جـي اصولن، تنظيم جي فنن، ڪارڪنن جـي ڪٽن، اتحاد جـي نفعن نقصانن، دنيا جي قومي عوامي انقلابن مان سکيل سبقن، مارڪس، اينجلس، لينن، استالن، ماؤزي-تنگ، هوچي منهه، جـولس فوچڪ ۽ ٻين انقلابي استادن ۽ اڳواڻن جـي حياتين ۽ جدوجهدن ۽ تاريخي ۽ جدلي ماديت جي بنيادن تي ويهي بحث ڪندا هجن.

انهن ئي ڏينهن ۾ ڀٽي صاحب کي شهيد ڪيو ويو (٤- اپريـل ١٩٧٩ع) سڄي ملڪ ۾ هيبت ۽ هـراس ويهاريو ويو. فوجي لانگ بوٽن عوامي رد عمل کـي بي دردي ۽ بي رحميءَ سان ڪچلي ڇڏيو. خاص طرح سنڌ ۾ گهڻ ٻوسٽ ۽ اندڪار جـي فضا پيدا ڪري رکي هئي. مارشل لا جو ڦهري راڪاس پٺي رڙيو. ڪير هو جو انهيءَ اندير خلاف آواز اٿاري.

فاضل صاحب جو خيال هو ته سنڌ جا ماڻهو احتجاج ته ڪن ئي پيا پر سنڌي ماڻهن جي سيني تي ويهاريل

خرچ فاضل صاحب پنهنجي کيسي مان پريندو آهـــي.
فاضل صاحب جو تہ سڀ ڪجهہ تنظيم لاءِ هو پـــر
چندي وسيلي بہ ڪم گهڻو ئي پيو هلندو هو. پر هاري
ڪانفرنس لاءِ پيسو ڪٿان ايندو! فاضل صاحب جي بنيءَ
جو فصل هن پيري سٺو نہ ٿيو هو. نيٺ سري وجهي
اهو سوال فاضل صاحب کان پڇيم.

مرڪنديءَ بيپرواهيءَ سان چيائين: "ادا هيءَ حيدرآباد،
هيءَ سڄي سنڌ پڻ آهي: جهول جهلي هلي هـر هٽ
تي بيهنداسون: سنڌي ماڻهو اسان جي مدد ڪندا: پيو
وري ڪير ڪندو؟"

ايڏي وڏي مسئلي جو اهڙو حل بہ ٿي سگهي ٿو:
مون کي اعتبار نہ پئي آيو. مون کي خبر هئي تہ
ڪانفرنس: ڪچهرين ۽ گڏجاڻين ۾ فاضل صاحب جتين
واري جاءِ جي پرسان بہ ويهي سگهندو آهي تہ گاہ مٿيءَ
تي بہ پلٿو هڻي ويهندو آهي ۽ ائين ويهندو آهي ڄڻڪ
کنهن ڏادي آرام ڏيندڙ نرم جاءِ تي ويٺو هجي. منجهس
شخصي وڏائي: وڏماڻهپ: تڪبر: لئہ بازي: پاڻ کي پڌاڻ:
پاڻ کي معتبر ثابت ڪرڻ جو لاڙو ئي ڪو نہ هو ـــ
جو آيو سو آگهيو. جتي جاءِ ملي تہ ويهي رهيو. جيڪو
پڪو سو کائيو ـــ نهنائي: نماڻائي: پيار: پاپوه: پنهنجائپ

هيلت ٽوڙڻ گهرجي. ارادو ڪيو ويو ته سنڌي هاري تحريڪ (ان وقت ڪميٽي) پاران وڏي ڪانفرنس ڪوٺائيندي، سڄي سنڌ جي گهٽي گهٽي مان گهڻا هارين ۽ عوام دوست ماڻهن کي هڪ هنڌ گڏ ڪندي، مارشل لا جي ويهاريل هيبت ۽ هراس کي ٽوڙيندي ۽ ان خلاف جدوجهد ڪندي.

ماڻهو ڪيئن مڙن، ڪٿي گڏ ٿين، ڪانفرنس ڪيئن ٿيندي، رهڻ، کائڻ، پيئڻ جو بلو ڪيئن ٿيندو، ماڻهو ايندا ڪيئن ۽ ويندا ڪيئن، لائوڊ اسپيڪر، شاميانا، ٿانو، ديڳيون ۽ ٻيون شيون ڪٿان اينديون، ايڏو وڏو ميدان ۽ ان جو لڪ ڪير مهيا ڪندو، مارشل لا ۽ قلم ١٤٤ سبب پنج ماڻهو به مڙي نه ٿا سگهن هتي ته هزارين ماڻهو ايندا، اهو سڀ ڪجهه ٿيندو ڪيئن، ڪندو ڪير؟

جواب هڪ هو— فاضل.

فاضل صاحب ڪندو بندوبست

۽ فاضل صاحب ڪندو معنيٰ ٿي ويندو.

"سائين، هي سڀ ڪجهه ڪير ڪندو؟"

"سنڌي ماڻهو ڪندا، سنڌي هاري ڪميٽي ڪندي."

ڪانفرنسون ڪيتريون ئي ٿيون هيون، ننڍيون ننڍيون مون کي اهو به وهم وڌل هو ته اهڙين ڪانفرنس جا

۽ پريت نڀائڻ کو فاضل کان سکيءَ پڪ پڇجي ويو
ته فاضل صاحب جيڪو ڪجهه چوي ٿو اهين ڪري
سگهي ٿو، تنهنڪري چندو نه ٿي ويندو ته ڪانفرنس به

هاري ڪانفرنس (١٠-٩ آڪٽوبر ٧٠ع) تائين عوامي
تحريڪ جون به ٽي ننڍيون ننڍيون ڪانفرنسون ٿيون
جن جو بندوبست پڻ فاضل صاحب ڪيو ۽ روايت يا
رسم موجب ڪاڏي پيتي واري ڪم تي فاضل صاحب هو،
پر انهن ڪانفرنس ۾ فاضل صاحب ڳالهايو به تنظيمي
جوڙجڪ ۽ نظم ضبط تي به ڳالهايائين، ٽرانسڪي جي
نڪتهءِ نظر ۽ ٽرانسڪي ٽولن جي بدمعاشين تي به
ڳالهايائين، چالو سياست ۽ سياسي روين تي به ڳالهايائين.
اتحاد جهڙي اهميت ۽ فن تي به ڳالهايائين.
آءٌ فاضل صاحب جون ڳهريون، مقصد ۽ چاڙهه پريون
منطقي ڳالهيون ٻڌي وائڙو ٿي ويس، فاضل صاحب وٽ
ته زبردست قسم جو چٽاڀيٽي ۽ لاڳو ڪري نتيجا
ڪڍندڙ ذهن هو. مون بي اختياريءَ ۾ ڪانئس اهو
سوال پڇي به ورتو ته "پوءِ توهين گهڻو چو ڳالهائيندا
آهيو؟"

"ادا، اهي ته عام ڳالهيون آهن." هي هو فاضل
جو جواب.

مون اهوئي سوال پلوجي صاحب کان به پڇيو ته

عام طرح فاضل صاحب بابت اهو تصور ڪيو ويندو آهي ته هو علمي ۽ نظرياتي معاملن تي بحث لاءِ ڪندو آهي پر فاضل صاحب ته اپلائيڊ اسٽڊي (ڪسوٽي تي پرکي، پرجهي ۽ نتيجا ڪڍڻ) وارو زبردست قسم جو ذهن رکي ٿو!

"فاضل جو ڪير ٿو انت لهي سگهي؟ هي ڏاڍو وڏو ماڻهو آهي، زبردست قسم جو ذهن، وڏو بهادر، اورچ انسان آهي هي ماڻهو" پليجي صاحب جو ۽ مون کي چڱيءَ طرح خبر آهي ته پليجو صاحب اهڙا لفظ گهٽ ڳوتي، پنهنجي پوري معنيٰ ۽ مفهوم ۾ ڪتب آڻيندو آهي.

١٠- آڪٽوبر ٩٧ع واري سنڌ هاري تحريڪ (ان وقت ڪاميٽي) ڪانفرنس لاءِ ڪجهه ڪجهاڏدر نيا پا سنبيها ڪيا ويا بنا ڪنهن ڪڙڪ ڪرڻ جي پوري رازداريءَ سان سڄي سنڌ جي مختلف ماڻهن وٽ سڏ پهتو، اڳ پوءِ، هوري هوري، هڪ به ٽي چار ماڻهو ٿي، ڏار ڏار دڳ، پيچرا ۽ واٽون ڏئي فاضل صاحب جي ڳوٺ ڏانهن وڌندا رهيا ۽ سون ڪان پوءِ هزار ٿيندا ويا، هزارين سنڌي مزدورن، هارين، شاگردن، عورتن ۽ وطن دوست ماڻهن سميت مختلف تنظيمن جي وفدن پڻ هن ڪانفرنس

۽ شرڪت ڪئي.

ڏيڍ سؤ وڪن جي ويڪر ۽ چار سؤ وکن جي ڊيگهه ۾ شاميانا ڇانو ڪيو بيٺا هئا ۽ ڇڪنديءَ پر قناتون لڳل هيون. عورتن جي حصي کي به قناتن وسيلي ڌار ڪيو ويو هو. وڏو ويڪرو دڪو (اسٽيج) ٺهيل هو ۽ جهنڊير بينر ۽ لائوڊ اسپيڪر لڳل هئا. ديگيون پئي چڙهيون ۽ لٿيون ۽ راڇن ويٺي مانيون ڪاڏيون. هاري ڪانفرنس پنهنجي پوري مان ۽ شان سان شروع ٿي وئي— عهديدارن جون چونڊون، گيت نعرا، تقريرون ۽ للڪارون— سڀ ڪجهه ٿي ويو.

فاضل صاحب پاڻ به تقرير ڪئي. هيءُ قداور جوان؛ اڌول، اٽل، جمي بيٺل؛ ڳاٽ اوچو؛ بي ڊپ؛ بي پرواه؛ دشمن لاءِ للڪار— ڏاڍو شاندار پئي لڳو— فاضل پنهنجي پوري سچائي؛ سورهيائي ۽ مرڙئيچي سان بيٺل فاضل:

هوتلي فاضل جي تقرير جو لفظ لفظ ياد آهي

شهيد فاضل چيو" اسين ڪنهن تي ظلم ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه آهيون - اسين ڪنهن جا نيڙ ڪٽڻ لاءِ تيار ڪونه آهيون، پر هاڻي اسين سنڌ جون زمينون، سنڌ جي دولت، سنڌ جي ڪمائي، اڻ هين جي حوالي ڪرڻ لاءِ

ٿيا پئه آهيون."

فاضل جي بنا عرض جي سنڌي عوام جي خدمت ڪرڻ
ٿي زري جيترو به شڪ نه آهي. هن جيو" اسانکي ڪنهن
به ميمبريءَ جي ضرورت نه آهي. ڪنهن به عهدي جي ضرورت
نه آهي. اسان پندرهن سالن ڪان نوڪري لاءِ پيتو سنڌي ماڻهن
جي لاءِ جنگ ڪرڻ ۽ آماده ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي آهي.
جدوجهد ۾ اسين گڏ رهيا آهيون. دنيا ڪاڏا اسٽون جيلن
۾ ويا آهيون - اڄ ته اسانجي سنڌ تي ضمانين ماڻهو گڏ
ٿيا آهن "- پر اسان اهڙيءَ وقت ۾ به جدوجهد ڪئي آهي جڏهن
اسين جهلجي ٿي وياسون ته پويان بيان ڏيڻ وارو به ڪو
نه هيو."

فاضل مارشلا جي سازشي ڏهن ڪان واقف هوءِ ليس
اڳ ۾ ئي پڪ هئي ته مارشلا جا ڪارندا آئين موامسان
حرڪن ملڻ نه ڏيندا - هن جيو" حسن سرڪار به جبيتي
اوضاع ايتري آنڌ ٿيا آهيو نه صوچون ٿا ته بابا هنناجي ڪانفرنس
ڪي نه روڪجي پئه نه ڳرڻ پشڪندا - ڪانفرنس ڪا پوءِ ضرور

هي مانڪو پاڪڙي ٻڌندا - پلي ٻڌن، اسين ٻڌجڻ کان
ڪونه ٿا ڊڄون. اسين وڏيرا ڪونه آهيون. جو ڪانفرنس
ڪونه ڪندا اسون - اسين ڪانفرنس ڪري ڏيکاري آهي،
انهن کي خبر پوڻ کپي ته بابا اسان جي پنهنجي ارادي سان
هي ڏنڊ وڪيو نٿا، نه پوءِ اسين ڪونه مڃيندا اسون -"

هن وڌيڪ چيو،

" هتي دوستن گهڻن تقريرن ۾ وڏيرن، پيرن
رئيسن تي ڦٽ لعنت ڪئي آهي - اسين چئون ٿا ته اهي
انجا لائق آهن - هن جد وجهد ۾ اسان سان گڏ هلن ته
اسان جا پاڙ آهن - جي نه ٿا گڏجن ته ۽ ميمبر پوڻ ٻين
ٿيون ته پوءِ غدار آهن، غدار آهن، غدار آهن ـــ اهي
سنڌي قومر مان ڪونهن، جي سنڌي آهن، سنڌي قوم
مان آهن ته سنڌي ماڻهن سان گڏجن، سنڌ جي دشمن
سنڌ جي قاتلن ۽ سنڌي قوم جي ويرين جي جو پاسو
ڇڏين" ـــ



اسماعيل "اداسي" ڪوروا هہ

# اِهائي جنگ آجاري

ڪڏهن جڏهن ڳالهه هيءَ دل مان ته قاتل کو مري ويو آ،
اِهائي جنگ آجاري، جيڪا ته اهو وڙهي ويو آ.

اڃا هي پيئنون تيندا يون پون ۾ شهيدن جون يزيدن سان،
اُڃان جو ڏا آهن جيئرا جي سوريءَ کو چڙهي ويو آ.

وري ته اهو شيئن رنگ ۾ ڪند وهارين سان همراهي،
اڃا هي رت پيو نه ٿڪي متان سمجهين ٺري ويو آ.

سنيالو پيار پاڻ وه سان، هتي پور هيت کي پياري،
پُٽي تنهن جي شهادت جو اندر سند جو سڙي ويو آ.

نڀائي فرض ويو فاضل، اسان کي پڻ نڀائڻو آ،
"اداسي" دل جي دڙڪن سان سائي فاضل جڙي ويو آ.



# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسُل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي

دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جـي نـالي ڪـي پئسـا گڏ ڪيـا ويـنـدا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽

چاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجھہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ
تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي
ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي
قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي
ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies
اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان
گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽
ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي
ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوء، چالاءِ ۽ ڪينئن**
جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽
انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو
حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج necessity unavoidable سمجهندي
ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ ڪان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي
ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري
تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾
ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پَن ضرور
نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو بيجل بوليو)